


# گڏجاڻيون

پروفيسر رام پنجواڻي

# گڏجاڻيون

پروفيسر رام پنجواڻي



سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن

٩٠، لڪشمي مارڪيٽ، الهاسنگر - ٣.

## سلسلو



# GADJANYUN

By. Prof: Ram Panjwani


SINDHI TIMES
Publication
90, Laxmi Market,
U hasnagar-3
(Phone: 1208)

Published by:
Suresh Paryani
For
The Sindhi Times
Publication

Printed by:
Smt. Mohini Sobhraj
Budhwani, INQLAB Press
Ulhasnagar-3 (Phone 66)

Sole Agent:
Jagdish Book Depot,
Main Bazar,
Ulhasnagar-2, (Phone 455)

Price:- Rupees Seven

Year Jan . 1932

## ● ڪتاب بابت ......

ڪجهه عرصو اڳ جي. ايم. سيد جو **"جنب گذاريم جن سين"** ڪتاب پڙهيو هوم ۽ علي محمد راشديءَ جو **"اُهي ڏينهن، اُهي شينهن"** به پڙهيو اٿم. اُنهن ڪتابن ۾ عالم اديبن ڪن شخصيتن بابت پنهنجا ويچار، پنهنجا رايا، پنهنجا اثر ظاهر ڪيا آهن. راشدي صاحب ته ڪن شخصن تي خنده زني ڪئي آهي ته ڪن جي ڏکوڏو بيدردو سڏيو آهي. اهي رايا يا اثر جهٽڪ اخباري رنگ جا پيا لڳن.

جن اهي ڪتاب پڙهيا آهن ۽ ڪن شخصيتن بابت به پڙهيو آهي. اُهي جڏهن **پروفيسر رام پنجواڻي** جو هي ڪتاب **"گذجا ڏينهن"** پڙهندا تڏهن من اُئي من ۾ ضرور ائين چوندا ته واه! ڇا ته لکيو اٿائين!!

پل ته وشيه ساڳي هجي، پر اُن کي پيش ڪرڻ جو رنگ پنهنجو پنهنجو آهي. چوندا آهن ته "سرمو ته سڀڪا پائي، پر اک اک جو ڦير آهي"

پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي سوجهي پنهنجي آهي. ڏسڻ جو طريقو پنهنجو آهي. هن وٽ تيار تيل ماپا يا فريم ڪونه آهن، جو رڳو ٻورتن کي ننڍيو وڏو ڪري اُنهن کي اُنهن ۾ ماپائڻو آهي. نه. هي جو جدا جدا شخصيتن

جا جدا جدا فريم ڏنو ناهي- ۽ اهڙا فريم جو اُن مورت، شخصيت کــي کٽي ٿا بيهن. اها ئي ته ڪلا آهـــي، قابليت آهي.

پروفيسر رام پنجواڻي، جدا جدا وقتن تــي الڳ الڳ ڪن هستين، ڪن شخصيتن سان گڏيو آهي، مليو آهي- ڪجهه گهڙين لاءِ، ڪجهه ڏينهن لاءِ، ڪجهه سالن لاءِ- ۽ اهي گڏجاڻيون قلم بند ڪيون آهن.

پروفيسر رام پنجواڻي، اُنهن شخصيتن جـي زندگي جي جهلڪ ڪونه ڏني آهـي، بلڪ پنهنجي لکڻ جـــو دائرو محدود رکــي پنهنجي ٻڌرين گڏجاڻيءَ جو ذڪر ڪيو آهي- ۽ اُن جو جيڪو اثر سندس من تي، ويچارن تي پيو آهي، اهو لکيو آهـــي- ان ڪري هنن گڏجاڻين کي اُن نظر کان پڙهڻ گهرجي.

هي گڏجاڻيون پنهنجي ليکي هڪ يادگار آهن.

پڙهندڙن کي هـــي **گڏجاڻيون** هڪ نئــون نظريو ڏينديون، اهڙي اُميد اٿئون.

۱۵ جنوري ۱۹۸۲ع — **نارايڻ ڀارتي**

۵۶، هيرا هائوسنگ سوسائٽي،
اُلهاسنگر - ۳ (بمبئي)

# ★ راشٽر پتا مهاتما گانڌي

بولس پارڪ (گانڌي باغ) ۾ گانڌي جيءَ کي پاڻ ڏٺو هو. نرمل، تيجسوي مهاتما اچي منچ تي ويٺو. هن جي وهڻ سان مون کي گيت ڳائڻ جو اشارو مليو. مان رعب سان اُٿي بيٺس ۽ شروع ڪيم سائين بيوس جو ناهيل هندستاني ڀاشا ۾ گيت "يارو چلو فلڪ پي ستاري هين چل رهي." ان وقت منهنجو دماغ به فلڪ تي هو. پلا ڀارت جي بي تاج بادشاهه اڳيان ڳائڻ جو موقعو ڪا ٿوري ڳالهه هئي ڇا؟ ۽ وڏي ڳالهه ته جنهن لاڙڪاڻي ۾ دڪايل جهڙو دود دڪائيندڙ ڳائڪ هو اتي مونکي اهو اوسر عطا ٿيو هو. منهنجي من ۾ ايمان اُٿين ٿيو. سائين بيوس جي ذره نوازيءَ ۽ دڪايل جي اُدار دليءَ کي پنهنجي لياقت سمجهيم. خوشي ۽ خنڪيءَ وچان راڳ شروع ڪيم پر پل ۾ اها خوشي غائب ٿي ويئي ۽ خنڪي اُڏامي ويئي. آواز آيو "بس ڪافي آهي." آواز طرف نهاريان ته مهاتما جو ٻهڪندڙ مهاندو نظر آيو. تمام ملائم آواز ۾ چيائين "مونکي ڳالهائڻ ڏي. هي سڀ مونکي ٻڌڻ آيا آهن." چپ ٿي ويس. اندر

مان ٻچليءَ جي ڦلهر لنگهي ويئي. تراس ڪونه ٿيس، نه ڪو غصو لڳو پر حيران ضرور ٿيس. حقيقت ۾ پنهنجي احساس محسوس ڪرڻ جي شڪتي ئي ڪانه رهي. مهاتما جي ڀاشڻ جو هڪ لفظ به ڪونه جهٽيم. هونءَ به مونکي هن جي سنيهي سٽڻ جو ايترو اونو ڪونه هو جيترو مرضي هئم ته هوُ منهنجو گيت ٻـڌي مونکي ڏنيواد ڏئي. ڪيڏو نه آپـو، ڪيڏي؛ نه خود پسندي! پنجاهه سال گذري ويا هن واقعي کي پر وسريو ڪونه اٿم. ان ڏينهن کان پوءِ نشچو ڪري ڇڏيم ته ڪجهه به ڪندس ته نه پنهنجي خوديءَ، وڏائيءَ ۽ هٺ ڏيکارڻ لاءِ پر سمپورڻ سمرپڻ ڪرڻ لاءِ. من کي قابوءَ ۾ رکڻ لاءِ مهاتما مام ڏني ۽ اهـا مام مهر ڪري اپنائي اٿم. سنتن جي اشاري سان انسان سنسار جـي ارچنن مان مڪت ٿي سگهي ٿو. اهائي ته اوچائي آهي سڌ پرشن، سنتن، درويشن، سٽ گروءَ يا هاديءَ جي! ٽڪي ويندو آهيان پر گهڻنا ياد ڪري ٿاهه پائيندو آهيان ۽ مهاتما جا شڪرانا مڃيندو آهيان. اهـو نه ٿيو پـوءِ پر پڇرين نه سراپجي ويس نه!

سنجها جو گيان باغ ۾ پرارٿنا سڀا سڏايل هئي. سڀا ۾ مهاتما جا پيارا گيت ڳايا ويندا هئا. ٻوليءَ جو ٻانڌو ڪونه هوندو هو. ايشور سڀ ٻوليون سمجهي. ڪشادي ۾ ڪشادي ٻاري ۾ ڪيرتن جـو بندوبست رکيل هو جتن گهڻي ۾ گهڻا پريمي رس وٺي سگهن. مهاتما چاهيندو

هو تہ ڪيرتن ۾ پلي گهڙا ماڻهو هجن ۽ گهڻا گڏجي رام سان رمت ڪن ۽ رب سان ريجهہ رهاڻ. ڪنهن پڇيو "باپوجي، پرارٿنا پنهنجي منهن ڪجي يا ميڙ ۾ گهڻن سان ملي؟" مرڪي موٽ ڏنائين "ننڍڪي هيڻان هڪ جٿو شنان ڪري پر نديءَ ۾ سوين هزارين هڪ وقت سنان ڪري سگھہ پائين. چڱيل آهي منش ٿي تہ هوُ اڪيلو آنند پائي يا لکن سان ملي مؤج مچائي؟ اڪيلائيءَ ۾ مزو ماڻي ڏنو اٿم جڏهن سان ملي جناردن کي ڏٺو اٿم. جيڪو وجهہ ملي اهو وئرت نہ وڃائجي. پنهنجي سر پنهنجي مڪتي سان مانش جاڳي جي مڪتيءَ کي وڏيڪ تو سمجهان. ساڌنا ۾ سوارٿ نہ ڌارڻ کهرجي."
کهڙا نہ سندر ويچار! گرديو ٽاگور ۽ مهاتما گانڌيءَ جا ان باري ۾ ويچار سمر خيال ساڳيا:

"مڪتي مڪتي ڪٿ پائيندين
مڪتي آهي کهڙي پار؟
مالڪ پاڻ بندو بندڻن ۾
آهہ اسانجو هردم يار."

مهاتما جي ويجهن پن ساٿين گيت ڳايا جنهن کان پوءِ مهاتما جو پروچن اٿيو ۽ "رگهوپت راگهو راجارام" سان ميڙ سماپت ٿيو. دل جي دل ۾ رهجي ويئي مونکي وارو ڪونہ مليو. هن دفعي دل ۾ دکہ ڪونہ ٿيم. سوچيم ڳاڻڻ ۾ جو آنند ماڻيم ها تنهن کان وڌيڪ ٻڌڻ ۾ آيو. منهنجو گيت انهي گنڀير ۽ آتمڪ وايو منڊل ۾ شايد

سمپوُرڻ طرح ميل ڪا نہ بہ ڪائي ھا. ”پٽ جي رھڻي آئي“ چئي دل کي ڏيرج ڏنم. دل واري چيو ”اڄ وارو نہ مليئہ تہ وري ڪڏھن ملندءِ؟“ پاڻکي جواب ڏيندي چيم ”نہ مليو تہ پربوءَ جي اِڇا.“ ھن چيو: ”گدڙ ڊاڪ نہ پڄي.“ مون چيو: ”مجبوُريءَ کي ھار ڪري ڇو مڃان؟ ھار کي ايشور جي اِڇا سمجھڻ بہ تہ جيت سمان آھي!“

سال گذري ويا بمبئيءَ ۾ مھمان ٿي آيو ھوس. ڪار ۾ گيان گھر ۾ وينو ھوس. شام جا پنج لڳا ھئا. اسان گھر جي پاٽين وينٽي روح رھاڻ ڪئي. اوچتو ھارن جو آواز آيو. بالڪنيءَ مان ڏٺوسين تہ بابا گيانچند جي ڪار ھئي. ڪار اندر آئي تہ ديوان سان گڏ مھاتما باھر آيو. مھاتما گھر ۾!

”ساجن آيا مئن سٽيا ڪئسي جڳت ڪرون؟
ٿال ڀري سچي موتيان اوپر نئن ڌرون.“

اوڙي پاڙي ۾ پچار پئجي ويئي. پل ۾ برھمڻن جو ميڙ مڙي ويو. لنگوٽئي لال مشڪندي چيو ”موتوانڻي پراڻا مونکي دوکو ڏيئي پڄائي آيو آھي. وقت ڇو وڃايون؟ توھان مان ڪو گيت پڙائي تہ مان بہ اکر چوان ۽ سيٽ کان فِي وصوُل ڪريان.“ بابا گيانچند مون ڏانھن منھن ڪري چيو ”رام گيت پڙاء“ مون ڳايو. دل جي ڏڙڪن سان ھر شرڌا سان:

"مُورک مـــن مت ڀُول
بچپن تُوني کيل ۾ کويا اور جواني نيند ۾ سويا
اب يـي بڙهاپا ڪئسي رويـــا رونا هئہ فضول
مُورک مـــن مت ڀُول."

گيت پُورو ڪيم ته ٽهڪ ڏنائين. مذاق سان چيائين "بچپن ويو، جواني ويئي ته چـا ٻڍاپو به وڃايون! خير وڏو ٿيندين ته پاڻهي سمجهندين. هاڻي هل مــون سان جهوُ تي." مان نشي ۾ اچي ويس. مهاتما مون سان پيار مان ڳالهايو، منهنجو راڳ ٻڌو، جهوُ تـــي هلڻ لاءِ چيو! دل ۾ چيم "مان وڏڀاڳي، مان وڏڀاڳي." مهاتما آسيس ڪئي، ديوان گيانچند پيتا ڏري. نانڪ موٽوانيءَ ڏانهن منهن ڪري چيائين "هن کي وٺـــي جهوُ تي پهچ. تون ته اسان جو اڳيو آهين نه!" "نانڪ عادت موجب مهاتما کي سشٽانگ پرڻام ڪري چيو: "جا آگيا."

پرارٿنا ميڙ ۾ وڃـــي ويٺاسين. مهاتما آيـو. سڀني سندس آڏو سيس نمايو. ڪيرتن شروع ٿئي، تنهن کان اڳ ڪتابڙي ڪڍي، مهاتما مونکي ڏنـي. ڪروڻا ڀري نگاهه سان نهاري چيائين "هي راڳ ڳائي سگهندين؟" مهر مالڪ جي جو اهو راڳ بر زبان هئم. چلندڙ دل سان چيم "ضرور ضرور سائين." ڪيرتـن شروع ٿيو. نرسي ڀڳت جي گجراتي ڀڄن- "ڀيڙ پرائي جاڻي ري" سان. پـــوءِ واري واري سان الڳ الڳ ٻولين ۾ ست سنگيـن سمرڻ ڪيو. منهنجو به وارو آيو. وڏي شوق، شرڌا ۽

فخر سان موڪن ڳايو، "جت ڪٿ وسين ٻه ٽون ٽيڏا مڪان واهه واهه." ميڙ سماپت ٿيو ٽڏهن نانڪ ڪي چيائين "آواز سٺو اٿس پر سنڌي راڳ ڳائيندي ٿورو هٻڪيو ۽ ڪشٽيءَ جو اُچار ڪشٽي ڪيائين. سنڌيءَ ۾ زير ايندي ۽ هندي اُردوءَ ۾ زبر!" مان دنگ رهجي ويس. پيار مان چيائين "گيان گهر ۾ تو هنديءَ ۾ ڳايو ۽ شايد هتي ٻه ائين ئي ڪرين ها. منهنجي صلاح آهي ته تون سنڌي ڀاشا ۾ ڳاءِ. پنهنجي ڀاشا لاءِ پيار هجڻ ضروري آهي. ٻارن کي وديا ٻنهنجي ڀاشا ۾ ملڻ گهرجي. مان ٻين ٻولين ۾ لکندو ۽ ڳالهائيندو آهيان، پر سوچيندو وري ٻه پنهنجي ماتر ڀاشا ۾ آهيان." مهاتما منهنجي ڪايا پلٽي ڇڏي. اُها مهل ۽ هيءَ گهڙي مون سنڌي ڀاشا سان جيءُ جوڙي ڇڏيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ساهه اٿم. چاهيان ٿو هرڪو سنڌي پنهنجي ڀاشا ۾ ڳالهائي. مان ڪيترو ٻه چاهيان پر سنڌي ٻوليءَ لاءِ چاهه وڃي ٿيو گهٽبو. سنڌي ٻار سنڌي ٻوليءَ ۾ پڙهن ته ڪونه ٿا پر ڳالهائين ٻه ڪونه ٿا. سنڌي ٻچو سنڌي نه ڄاڻي! ڪيڏي نه گهٽتائي آهي!! ڪو انگريز اُردو يا هنديءَ ۾ سنا گيت ڳائي پر جڏهن انگريزيءَ ۾ هڪ راڳ ڳائڻ لاءِ چئجيس ۽ هوءُ جواب ڏئي ته انگريزي ٻولي نه ڄاڻندو آهي ته اسان جي من ۾ هن لاءِ ڪهڙو ڀاو اُٿي؟

مون کي خوشي آهي ته مون پنهنجو فرض ٻجا آندو آهي ۽ سنڌي ٻولي، ڪلا ۽ سنسڪرتيءَ کي جيوت

رکڻ جو يتن ڪيو آهي، جنهن مان ڪيترن پيارن پريرڻا پاتي آهي. پر اهو مان ايندڙ نهيءَ لاءِ ڇڏي سگهان ٿو؟ مائٽ ٿي ٻارن سان سنڌيءَ ۾ نه ته ڳالهائين ته هنن کي ڪهڙو ڏوهه ڏجي؟ ٻاهر ته وايو منڊل ئي اهڙو آهي جو هنن کي سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ جو وجهه ئي ڪونه ٿو ملي. هڪ ٻولي ته اهڙي هجي جنهن ۾ سنڌي پنهنجا راز سانديي سگهن ۽ پاڻ ۾ سامر ميچ ۾ ڳالهائي سگهن! سنڌي ٻولي ڪهڙي نه مٺي آهي! فقيرن درويشن سنتن شاعرن ڪوين جي ٻولي، بزرگ جوان نثر نويس جي نزاڪت دار ٻولي! اهو ورثو وئرث وينداو؟ مان ڪهڙن لفظن ۾ دانهون ڪريان، عرض ڪريان، آگاهه ڪريان؟؟ مونکي نه ٻڌو ته ديش جي باپوءَ کي ٻڌو، جنهن چيو "پنهنجي ڀاشا لاءِ پيار هئڻ ضروري آهي. ٻارن کي وديا پنهنجي ڀاشا ۾ ملڻ گهرجي."

سنڌين کي پنهنجو پرانت ڪونهي، اُن جي معنيٰ اها نه آهي ته سنڌي ٻولي گهرن مان به غائب ٿي وڃي. مان ور ور ڪري پيو دهرايان.

" سنڌي آهيان سنڌي آهيان سنڌي منهنجي ٻولي ڪئن وساريان ٻولي جنهن ۾ ماءُ ڏني هئي لولي. "

مونکي ته لولي ياد آهي پر اڄ مائر لولي ڏين ٿيون، ٻارن ۾ سنڌيءَ جي سٽي وجهن ٿيون؟ واڪا ٿي گهٽيءَ ڪريون پر شال ٻروچ ٻڌن!

# هند جو جوهر جواهرلعل

ملڪ گهڻا دفعا ھوماٺس، سنڌ ۾ خواھ ھند ۾ پر ٻارڻ ۾ روح رهاڻ ڪرڻ جو موقعو ڪونہ مليو ھو. ذاتي مرضي ھئم تہ ھڪوار سامھون ويهي ھڪ گيت ٻڌايانس. ھن صديءَ جي مها نيتا آڏو سرسوتيءَ جو ڏنل ڏاڻ پيش ڪرڻ تي چاھيم پر سمجھ ۾ نٿي آيو تہ ڪٿي، ڪٿي ۽ ڪڏھن؟ ورھاڱي کان پوءِ ٻہ سورھن سال سيني ۾ سڪ سمائي ويٺو ھوس. ٻارڻ کان پيو پڇندو ھوس ڪڏھن اھو سهاوڻو سمو ايندو جڏھن ديس جي دلاري، جنتا جي پياري، ٻاپوءَ جي وارث، پرڌان منتري جواھرلعل جي اڳيان ويهي آلاپ الائيندس. خبر ھئم تہ غزل جو شائق آھي. سوچيندو ھوس تہ ڪنهن ڏينهن ياڳ پرايو ۽ ٽنس وٽ راڳ ڳائڻ جو وارو آيو تہ سچي اردو شاعري ھڪ نئي راڳ ۽ پيوندن ۾ سمائي ٻڌائيندو سانس ۽ ھياءُ ھلڪو ڪري ڇڏيندس.

موقعو مليو. ھڪ دفعو نہ پر ٻہ دفعا. پھريون دفعو آل انڊيا ڪانگريس جي اجلاس پيري منورنجن ڪاريہ ڪرم ۾ ۽ ٻيو بمبئي يونيورسٽيءَ جي ڪلب

هائوس جي اُدگھاٽن وقت. ڪرتارت ٿي ويس. آل اِنڊيا ڪانگريس وقت نہ ڪرشمو ٿي ويو. خواب خيال بہ ڪونہ هو تہ وندر پروگرام ۾ انهيءَ وقت شريڪ ٿيندو جڏهن منهنجو ٿي وارو ٿيندو منڪي لي ڳائڻ جو. ڏهہ منٽ اڳ جو انجام ڪيو هئائين پر وقت مقرر ڪونہ هو. پروگرام ۾ منهنجو اسم ستون هو ۽ پنج اسم پورا ٿي چڪا هئا. ڇهون اسم هو پندرهن منٽن جو ۽ ستون منهنجو راڳ. مون آسرو لاهي ڇڏيو ۽ هونءَ بہ اها پڪ ٿوري هئي تہ هُو اُنهيءَ وقت اچڻو هو جنهن وقت منهنجو راڳ هجي. سک! هال ڇڪار هو ۽ ٻيون سڀ مکيہ ويڪتيون حاضر هيون. مينن، مرارجي ڀائي، پاٽل، صادق ۽ ٻيا. ستارا هئا، رڳو چندرما ڪونہ هو. ڇهون اسم پورو ٿيو تہ هڪل پئجي ويئي. ڪار پرداز ڀڳا ٻاهر. اچي ويو! جنهن دلبر جو اِنتظار هو سو آيو. سدا سهڻو، سڀ دل جو ساجن لوڪشاهيءَ جي مجسم تصوير پر مان شان ۾ حڪمرانن جو حڪمران نهرو اچي پنهنجي جاءِ تي ويٺو. اکين آڏو هو پر مان اکين تي اعتبار ئي نہ ڪريان. سپنو هو! سک، اهڙي محبوب جي اڳيان سپني ۾ ڳائڻ بہ شرف جو باعث آهي. هُو آيو ۽ اُنهيءَ وقت آيو جنهن وقت مان سٽيج تي هوس ۽ اُچا راڳ شروع ڪونہ ڪيو هئم! ٻرج نارائڻ اِشارو ڏنو ۽ پٽڪي ۾ ونگہ مان چيو، "شروع ڪر، پروفيسر! ڏهہ منٽ

ويهندو.“ راڳ، نه تيار ڪيو هئم هڪڙو پر ڳايم بيو. سچ آهي:-

ڪڇهه هوش نهين رهتا
ڪڇهه ڌيان نهين رهتا
اِنسان محبت ۾ اِنسان نهين رهتا!
منڪي تي هٿ هڻي شروع ڪيم:
اُميدون پر اُداسي ڇا گئي
ڪيا تم نه آئوگي؟
ميري دل ڪي ڪلي مرجها گئي
ڪيا تم نه آئوگي؟

مون ڳايو پر هن جو منهن پروگرام جي ڇپيل ڪاپيءَ ۾ هو. دل چيو ”مٺي نهاري. محبوب سامهون هجي ۽ سندس نظرون نظرن سان نه ملن؟“ مون چيو گويا هڪ نرواسي سنڌيءَ جي حالت چٽيندي:

”پڙا رهني دي اک ڪوني ۾
صدقي باغبان تيري
مين ڪانٽا هي سهي ليڪن
پلا تو هون گلستان ۾.“
هن مٺي نهاريو مون بيو بيت ڏنو:
”افسانه- ناڪامي ساقي
مئخاني ۾ ڇوڙي جاتا هُون
قربان تيري، نظرين نه بدل
مئن جام ڪو توڙي جاتان هُون.“

پڻ پڻ ڪري چپن ۾ ڪجهه چيائين. مون سمجهو ته "جام ڪو توڙي جاتا هوُن" وٽيس سو مثال چيم:

"هم شان - غرور - حسن اُڌر
هم خوء - نياز - عشق اِڌر
وه توڙي جاتي هين شيشه - دل
هم ٽڪڙي جوڙي جاتا هوُن."

هن دفعي ڪليءَ طرح داد ڏيندي چيائين "خوُب!" هن جو "خوُب" چوڻ ۽ منهنجو اُتساهه جي ٻرن تــي اُڏامڻ! غالب، ذوق، داغ، اقبال ۽ ٻيا ڪل شاعر آڻي هڪ هنڌ ڪٺا ڪيم. وقت جي پابندي ياد نه رهي، ڏهن منٽن جو اطلاع ڏيان ۾ نه رهيو. پنجويهه منٽ ڳايم، مالڪ جــي مهر سان سمو ٻڌجي ويو. آرزو هئي تــه دوبدو ويهي دل جــون ڳالهيون ٻڌايانس سي دل کولي ٻڌايم ۽ خوشيءَ جــي ڳالهه جو هــن ٻڌيون؛ نه ته جڏهن ٻويون بيت چيم:

"بري هو يا ڀلي هو
رات ڪٽ جاتي هے دونون ڪي
فرق اِتنا هے تم سوتي هو
هم فرياد ڪرتي هين."

ته ازخود سندس منهن مان آواز نه نڪري ها "هم ڀي جاڳ رهي هين." هن جــي منهن مان لاڻون ڏيڻــي نڪرندڙ جوت، اکين مان چمڪا ڏيڻي نڪرندڙ بجليءَ

جا چمڪات ڏسي منهنجو من پرسن ٿي ويو. ياد نہ ٿو پوي تہ ڪير هو جو مونکي پاڻهن ڪان ڇڪي سٽيج ڏانهن لاهي هال ۾ وٺي آيو. پر ڪڏهن بہ نہ وسرندڙ اُها گهڙي جڏهن منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي مٺي آواز ۽ شفقت ڀري نظر سان چيائين ”ساري ڪي ساري ديوان بر زبان هئن! اڇا گاتي هو.“ منهنجي وات مان اکر نڪتا: ”گا ليتا هون تپش دل کي بجها ليتا هون.“ ڀڪندڙ مرڪ سان چيائين: ”مٽڪا ڪمال ڪا بجاتي هو.“ مون چيو: ”حضور! ايڪ هي چيز تو سنڌ سي لايا هون.“ حيرانيءَ مان چيائين، ”سنڌي اُردو ۾ گائي اور اِسي تلفظ مين!“ اُٺي ٿي سنڌين کي داد ڏيندي چيائين، ”مئن جانتا هون ڪا سنڌي هر مشڪل ڪو آسان ڪر سڪتي هئن. ليڪن مئن ني سنڌ ڪ نام راشٽريہ گيت ۾ بچا ليئا. نڪال دينا چاهتي ٿي.“ اللجي ڪئن همت اچي ويئي سو چيم ”سنڌ شبد راشٽريہ گيت ۾ تو قائم هئہ پرنتو سنڌي ڀاشا وڌان کي شيڊول ۾ نهين هئہ.“ گنڀير ٿي ويو. چيائين، ”هان نهين هئہ! ساهتيہ اڪاڊمي ۾ بهي نهين هئہ، ڪڇهہ هو جائيگا.“ وري بہ جذباتي نموني ۾ چيائين: ”دهلي ۾ آتي هو؟ ملو! ياد پيس تہ هرڪو ماڻهو ساڻس ملي ڪونہ سگهندو سو چيائين: ”ڪارڊ پر اپني نام ڪي نيچي لکنا (مٽڪا والا) مئن پهچانونگا.“

جڏهن دهليءَ ۾ گڏيوسانس تڏهن يڪدم سڃاتائين. سندس اکر ڪنن ۾ اڄ به گونجن ٿا ”ڀلا ئينڊز پروفيسرا!“

واعدي جو پڪو جواهر جڏهن دهلي ۾ ساهتيه اڪاڊميءَ جي پهرين ميٽنگ ۾ صدارت لاءِ ويو تڏهن پاڻ اٿي بيهي صلاح ڏنائين ته سنڌيءَ کي ساهتيه اڪاڊميءَ جي جوڙجڪ ۾ ٻين چوڏهن ٻولين سان گڏ جاءِ ڏني وڃي. هن همدرد، اُدارچت، وشال درشٽيءَ واري اڳوان اسان سان وڙ ڪيو. منهنجا ٻه آهن جو جڏهن ٻن موقعن تي راڳه ٻڌايومانس تڏهن تمام موهيندڙ موڊ ۾ هو. يونيورسٽيءَ پيري ته ٿهائين به آنند ۾ ٿي لڳو. جيڪو راڳه ڳايم سو گهري ورتائين. منهنجي ڪاپيءَ تي سهڻيءَ صورتخطيءَ ۾ پنهنجو نالو دستخط ڪيائين ۽ شري سري پرڪاش (راجيه پال) کي به صحيح ڪرڻ لاءِ چيائين. بيهي اسان سان گڏ فوٽا ڪيايائين. ٻارن سان چرچا ڪيائين. ڪلي چيائين ”راڳه ته پروفيسر ڳايو، توهين ڇوڪريون نمائش لاءِ وينيون هيون ڇا؟“ ڇوڪرين چيو، ”توهان جي پير ۾ ويهڻ جو موقعو ملي ته ڪورس ۾ هڪ ست به سٺي. منهنجي ڌيءَ رتنا وينتي ڪيس ”اسان سان گڏ تصوير ڪيايو.“ ڪوڙ ۾ ڪاوڙجي چيائين ”ڪهڙي لياقت آهي تو ۾ جو مونسان گڏ فوٽو ڪيائڻ ٿي چاهين؟“ ترت جواب ڏيندي ڇوڪريءَ چيو: ”جيڪي ڇوڪريون توهانجي ايترو نزديڪ پهچي چڪيون آهن تن ۾ لياقت نه هوندي؟“

سندس ڳل تي ٺپڪري هٽي چيائين ”اچو ته توهان سان گڏ فوٽو ڪڍايان.“ ٻين ٻه اسانجي گروپ ۾ اچڻ چاهيو پر هن ڪنهن کي به اجازت نه ڏني. مون ۽ منهنجي ٻارن لاءِ اهو فوٽو وڏي ۾ وڏو تحفو آهي، تحفي کان به وڌيڪ سمرتي چنهه (Souvenir) آهي، سندس فوٽو جنهن ۾ ايڏي پدوي ماڻيندي به هن پنهنجي مريادا نه ڇڏي. مون راڳ ڳائي پورو ڪيو ۽ سندس پير ۾ هوس ته يڪدم فوٽو گرافر ڏانهن اشارو ڪري چيائين ”نرسو“. مون سمجهو ته فوٽو ڪڍائڻ نٿو چاهي. پر منهنجي عجب جي حد نه رهي جڏهن چيائين ”مان وچ ۾ بيٺو آهيان ۽ تون منهنجي پاسي ۾؟ راڳ تو ڳايو نه؟ ڪلاڪار کي وچ ۾ بيهڻ گهرجي.“ پوءِ ٻانهن کان پڪڙي چيائين ”هيڏانهن اءُ.“

اهي مٺڙيون مٺڙيون يادگيريون مون نه وسرنديون. سندس مٺڙو مهانڀاو، ناز ڀري نگاهه، ذره نوازي، خوش خلقي، خوش مزاجيءَ مِن موهيندڙ ٻول مرڻ گهڙيءَ تائين نه وسرندا. صديءَ ۾ هڪ دفعو اهڙي مهان پرش جو ديدار ڪرڻ ئي خوش نصيبي آهي پر منهنجا ته ڀاڳ وڏا جو درشن ته ڪيو مانس پر ساڻس اورون ٻه ويهي اوريم ۽ پنهنجي ورهين جي دل ۾ دٻايل آرزو پوري ڪيم.

# پريه درشني اِندرا گانڌي

زندگيءَ ۾ ڪي اهڙا واقعا ٿيندا آهن يا وقت ايندا آهن جي ذهن ۾ پيهي ويندا آهن ۽ قيام ڪري وسرندا آهن. اهڙو هڪ اوسر ١٦ جُون ١٩٦٦ آيو جو دهليءَ ۾ ٿي گذريو. چوڏهن سال نبري ويا پر لڳي ائين پيو ڄڻ ڪالهه ڪالهوڻي ڳالهه آهي.

دهلي سنڌي پنچائت جي پاران سنڌين جي سڪ پرئي سڌ تي شريمتي اندرا گانڌي ساڻن ملڻ قبول ڪيو هو. اُن ميڙ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ مونکي به تار آئي. پنڊت جواهرلعل نهروءَ سان ملڻ جا موقعا مليا هئا، هاڻي وجهه ٿي مليو سنڌس ڌيءُ ۽ ڀارت جي پرڌان منتريءَ سان ويجهي اچڻ جو. خاص راڳ ڳائڻ اچڻ جي آگيا ملي هئي. موقعي جي موزونيت موافق هنديءَ ۾ راڳ جوڙيم. جوڙيم الائجي جڙي ويو. گيت ڪيسي ۾ ڪڍي وڃي جلسي ۾ پهتس.

هال چڪار هو. اندرا ديويءَ جي اچڻ جو اِنتظار هو. مائي پوري وقت تي پهتي. شري ڄٺرامداس دولترام، شري ٻالچند پمناڻي، شري گوبندرام پمپومل ۽ ٻيا ڪيس

منهنجي ليءِ وٺي آيا. وايو منڊل ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي. تاڙين جي ٺهڪن ۾ هوءَ اچي پنهنجي جاءِ تي ويٺي. معزز مهمان جي اچڻ کان اڳ دادا چندرامداس مونکي تاڪيد ڪري ڇڏيو هو ته پروگرام جي ٽائيم جي ورچ منٽ به منٽ تيل هئڻ سبب سواگتي گيت سٺن منٽن کان وڌيڪ ڪونه هلڻو هو. پورن سٺن منٽن ۾ مون پنهنجو ٺاهيل گيت ڳايو. راڳ هن طرح هو:

”هر جا تيري مايا،
پريوجي انت نه تيرا پايا.“

١- تونے قول کلاکر هر سو، سب کو مست بنايا،
چنچل شوخ کلي کي دل ۾، ارمانون کو سجايا.

٢- يي سندر سنسار بنا کر، اپنا آپ ڇپايا،
جب جب کشٽ بڙها اِس جگ ۾،
تونے اِسي مٽايا.

— ابيات —

تيري اِڇا سي هم سنڌي، سنڌ ڇوڙ کر آئي،
سنڌ ڇوڙ کي هند ۾ آئي، ساري هند ۾ ڇائي،
ڀارت کي گودي ۾ آ کر، هو گئي ڀارت واسي،
ساري دنيا ۾ هم ڦهلي، هو گئي دنيا نواسي،
ڀرشارٿ کا جهنڊا جهلاکر، آگي قدم بڙهايا،
دک کا سکا ديکر سکه کا، هم ني ڀدارٿ پايا،

تيرا سهارا لي ڪر هم ني، جيون جوت جڳائي،
قسمت ڪي ڪاغذ پر هم ني، ڪرم ڪي ڇاپ لڳائي،
دشمن ني جب للڪارا، اور آفت ديش پي آئي،
سندي ني يي ديش ڪي خاطر،
جان ڪي بازي لڳائي،
چاندي سونا رڪت ڪي هم ني،
ما پي ڀيٽ چڙهائي،
ڌرم يڌ مين ڀاڳ ليئا، اؤر جيون سڦل بنائي،
آج خوشي ڪي اوسر آيا، مؤج خوشي ڪي ڇائي،
ڪيوُن ڪ هماري بيچ مين ديکو، ديوي انديرا آئي،
لعل جواهر ڪي بيٽي اور موتيلعل ڪي پوتي،
آج بني هئہ ڀارت ما ڪي بيٽي وہ اِڪلوتي،
ميري پاس تو اور نهين ڪڇ، شبد هي ميري پونجي،
ان شبدون ڪي اُن ڪي لئي هئہ، مئن ني مالا گونڌي،
ڪيا مانگي هم تم سي ديوي، من مين ايڪ هئہ آشا،
وڌان ڪي شيڊول آٺ مين درج هو سندي ڀاشا.

اُن ڪي سر پر رهي هميشه سائين تيرا سايا،
آنچ نہ آئي اُس پي هرگز جس پر تيري ڇايا.
”هر جا تيري مايا،
پريوُ جي انت نہ تيرا پايا.“
گيت پورو ڪري اِندرا ديويءَ کان صحيح ورتم،
ڪلندي چيائين ”اُردو يا سنڌيءَ م نہ صحيح ڪري

ته سگهنديس سو انگريزيءَ ۾ ٿي ڪريان." دل ۾ پرشن
اُٿيو ته هنديءَ ۾ ڇو ڪين ڳائين پر اُن وقت ڪجھ
به ڪچڻ جو هوش ڪٿي؟

ڇم ته چونديسان، اڳڻ آئي عجيب ڪي،
ڏنـد چپن ساڻ مـاٿ ۾ مڙي ويـا."

تقريرون ٿيون، سواگت ٿيو. دادا چترامداس پندرهن
مدت اثرائتي تقرير ڪئي جنهن ۾ هن بين ڳالهين کان
سواءِ سنڌي ٻوليءَ کي اٺين شيڊول ۾ درج ڪرڻ جي
اپيل ڪئي.

سنڌين جي اهـا گهر گهڻي وقت کان ٿيل هئي.
سڀني سنڌيـن هڪ سر سان پنهنجو حق گهريو هـو.
پنڊت نهروءَ مجبوري ڏيکاري هئي جيتوڻيڪ ساهتيہ
اڪاڊميءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي تسليم ڪرايو هئائين. پر
سنڌي نا اُميد نـہ ٿيا هئا. هنن پنهنجون ڪوششون
جاري رکيون پر ڪم برثواب ٿئي تڏهن جڏهـن مالڪ
جي مرضي ٿئي. تقرير ڏيڻ کان اڳ ديوي پڇيو "مان
پنجويهن منٽن جي بدران جيڪڏهن ويھ منٽ ڳالهايان
ته هلي؟" شري چترامداس ڏانهن منهن ڪري چيائين،
"هن پروفيسر جو هڪ گيت پيو به ٻڌڻ ٿي چاهيان."
منهنجو ڪالر مٿـي چڙهي ويو. "اِندرا ديويءَ مون کي
ٻئي راڳ ڳائڻ لاءِ چيو؟" روئي ڏيان ها پر ائين پڪو
آهيان. پاڻ روڪي ويس. اچا ڏيکاريائين تہ تقرير کان

اڳ گيت ڳائي. مون هڪ اردو غزل ڳايو. ظفر بادشاه جو ڪلام:

”دينا اپني خودي ڪو هم ني مٽا،
وه جو پرده سا بيچ ۾ تا نه رها،
پسي پرده وه پرده نشين نه رها،
ڪوئي دوسرا اپني سوا نه رها.“

غزل وڏو آهي پر هتي فقط ٻه بيت ٿو ڏيان جنهن تي دهليءَ جي ماڻهن خاص ڪري دهلي ڪارپوريشن جي اُن وقت ميئر نور الدين ۽ خود پرائيم منسٽر پسندي ظاهر ڪئي. بيت آهي:

١- ”نه ٿي حال ڪي جب همين اپني خبر،
رهي ديکتي اورون ڪي عيب و هنر،
پڙي اپني برائيون پر جو نظر،
تو نگاه ۾ ڪوئي برا نه رها.“

٢- ”ظفر آدمي اُس ڪو نه جانيئيگا،
هو وه ڪئسا هي صاحب - فهم و ذڪا،
جسي عيش ۾ ياد خدا نه رهي،
جسي طيش ۾ خوف - خدا نه رها.“

مان وينس. هن تقرير ڪئي. سنڌين جي پرشارٿ کي ساراهيائين، هنن جي سهڻ شيلتا کي شاباس ڏنائين، هنن جي اُدارِدلِيءَ لاءِ داد ڏنائين. آخر ۾ چيائين ”سنڌيءَ کي جوڳي جاءِ ڏيڻ جي اپيل ڪئي اٿو تنهن

ڏانهن پورو پورو ڌيان ڏيندس. سنڌين جي قربانين جو قدر ٿيڻ کپي. اُميد ته سنڌين ۽ سنڌين جي عيوضي، اسان جي وڏي اڳوان شري جئرامداس جي اُپيل اجائي نه ويندي." مون ڏانهن نهاري چيائين "مان بمبئيءَ ۾ پڙهيس آل انڊيا جي اجلاس ۾ اچڻي آهيان. مون سان ملجِ." معنيٰ ٻيو جملو چيائين، "اج پارليمينٽري پارٽيءَ جي ميٽنگ آهي، ڏسان." نه انڪار نه دلاسو. ڳالهه ڦيرائي چيائين "جيڪڏهن پروفيسر هڪ راڳ ٻيو به ٻڌائي ته مان، پنج منٽ وڌيڪ ترسڻلاءِ تيار آهيان." اچا به آگيا دل ۾ فرحت ۽ دماغ ۾ تراوت، من ۾ مسرت، هردي ۾ حيرت. مون اُڏيري جي ڌني لڳائي. مون چيو: "آيو لال"، سڀني سنڌين جواب ڏنو "جهولي لال. ٻاءُ گوبندرام ٿوري ۾ اِندرا ديويءَ کي اُڏيري لال جو ارٿ سمجهايو. عجب مان چيائين "سڀ سنڌي ساٿ ٿا ڏين!" ڌني ڏيري ڏيري وڌندي رهي، پاڻ وساري منهنجي تال ۾ تال ملايائين. مان خوش ته سنڌي راڳ ۾ سنڌيءَ پاڻ سنڌيءَ طرح هن ساٿ ڏنو. لفظ برابر نه به سمجهيائين پر سنگيت ۾ ٻوليءَ جون حدون ٿورو ئي هونديون آهن! ٻئي ڏينهن صبح جو دهليءَ مان نڪرندڙ اخبارن لکيو "پرائيم منسٽر جائنس اِن دي سنڌي ڪورس." آخر ۾ اُٿي منچ جي اڳ ۾ اچي ٻيٺيءَ چيائين "پڙ ۾ ٿي ٻيهه ته گڏجي جن گن من - چئون." اها به

تصوير تازي آهي ۽ پيئي اکين آڏو ڦـري. تصوير ۾ اهي تصويرون قائم آهن تہ آلبم ۾ ٻہ سانڍيي سنواري رکيو اٿم. هـــن طرف پيءُ، هن طرف ڌيءُ! پر مـــون سان ٻئي گڏ.

ٻن ڏينهن کان پـوءِ بمبئي ۾ آئـي. اسين وچـــي ڊيپوٽيشن ۾ گڏياسون. ويٽنگ روم ۾ گهڙڻ سان مون ڏانهن نهاري چيائين ”اسان فيصلو ڪيو آهي تہ سنڌي ٻولي شيڊيول انين ۾ درج ٿيندي.“ هڪ بزرگ ڪجهہ چوڻ ٿي چاهيو پر ٻين مترن يڪدم ”ٿئنڪيوُ، ٿئنڪيوُ“ چئي شڪرانا مڃيا. ٻاهر آياسين تہ ڪنهن چيو ”اسان جي دوست کي اِها ڳالهہ نہ وڻي تـہ اِندرا ديويءَ تو ڏانهـــن منهن ڪري خوشخبري ڏنـــي.“ مون سبب سمجهايو مان تڏهن وچي پياري جي پيڙا گهٽي. هي چاہ، مان چا؟ سهرو تہ سنڌي جاتيءَ جي سر تـــي ٿيو نہ! جڏهن سنڌين جو اِتهاس لکبو تڏهن تواريخ نويس پاڻيهي تائيد ڪندا تـہ تحرڪ جـــي شروعات ڪنهن ڪئي، عريضا ۽ ميمورنـڊم ڪنهن تيار ڪيا ۽ موڪليا، هلچل ڪـــي هٿي ڪنهن ڏني، ميمبر لاءِ منترين سان ڪنهن مٿا ڪٽي ڪئي ۽ ڪئن وچي آخر ٻيڙا ٻني لڳا. حال شڪرگذاري ڪرڻ جڳائي پريہ درشنيءَ جي جنهنجي همدرديءَ سان سنڌي جاتيءَ هٺـــي وچي هنڌ ڪيو. ١٩٦٦ جي پڇاڙيءَ ۾ سنڌي ٻولي راڄيہ سڀا وارن قبوُلي

۽ ١٩٦٧ کان شروعات (اپريل) ۾ لوڪ سڀا ٻولي شيڊيول ۾ داخل ٿي ۽ هاڻي جڏهن ٻڌندو آهيان ته سنڌي ٻوليءَ جو پوشيدو ڇا آهي تڏهن ارمان ٿيندو آهي. سڪ، اِندرا جو اِهو احسان اسين سنڌي نظر انداز ڪري نه سگهنداسين. قسمت منهن ڦيري ويس تڏهن به سنڌس ٿورو ياد رهيو، تقدير کلي اٿس ته به سنڌس مهرباني پيئي مڃجي. سياست سان سنبنڌ ڪونه اٿم، نه ڪو پالٽڪس سان پريوجن. پردان منتري پيا ايندا، پردان منتري پيا ويندا، پرجا سڀ کان وڏي آهي. پر هڪ هندواسيءَ جي حيثيت ۾ اندر ۾ اِهائي آس رهندي آهي ته ديش جون واڳون جن به اڳوانن جي هٿ ۾ هجن سي شال ديش جي هت لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهن، ملڪ جي سک سمپتي ۽ خوشحالي لاءِ هڪ هڪ ساعت سجائي ڪن. اِندرا ديويءَ تي وڏي جوابداري آهي. هن کان وڏيڪ جوابداري آهي جنتا تي، عام تي، هند جي هر فرد تي ته ڪيئن، ڀارت جي ڀلي لاءِ پنهنجو سوارٿ ڇڏي، قرباني ڪري، ملندل آزاديءَ کي برقرار رکڻ جو يتن ڪري. ڀارت جي نونرماڻ ۾ هر هڪ هندواسي يوڳ دان ڏيئي، پنهنجو مان به وڌائي سگهي ٿو ته هند جو شان به اوچو ڪري سگهي ٿو. هر ٻُوند سمنڊ آهي، هر لهر طوفان آهي، هر گل گلستان آهي، هر شبد پران آهي، هر هندي هندستان آهي.

٢٦ جنوري پرجاواديءَ ڏينهن اندرا ديوي لال قلعي تي جهنڊو جهُولائيندي چوندي ”جئه هند“ ته ڀارت جو هر باشندو بلند آواز ۾ اُتر ڏيندو ”جئه هند.“ شال جيجل جي سدائين جيءَ رهندي، شال جنني‌ءَ جي آن جڳ جڳ اونچي رهندي. شال دائما رهندي تازي روي بابوءَ جي قومي ترانې جي ٽڪ:

”جئه هو، جئه هو، جئه هو
جئه جئه جئه جئه هو!“

# سنڌو پٽڻي ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي

ورهاڱي کان پوءِ سنڌي هند ۾ اچي هندي بڻجي ويا. پر وطن کان وڇڙيل ويڳاڻا ٿي لڳا. منهن ملؤل، من منجهيل! جدا جدا پرانتن ۾ وڃي ديرا دمايائون پر پنهنجي پرانت جي تسلي نه پائي سگهيا. ٻنواري جي ڳالهين هلندي الائجي ڇو اسانجي اڳوانن کي پنهنجي الڳ ملڪ جي ٽڪريءَ گهرڻ جو خيال نه آيو! خاطر خواه جواب نه ملڻ تي سؤالي ۾ سؤلو آئت آهي ته ڏوهه وجهجي قسمت تي. تڏو ساه کڻي چئبو "لکيو". جيڪي ٿيو تنهن کي منهن ڏيڻو هو. منهن ڏنوسين، آتم وشواس ۽ ايشور وشواس کي ٽڪيو بڻايوسين. تقدير کي تدبير سان ملائي ڏيري ڏيري پاڻ کڻي ورتوسين. ساڌارڻ سهڪار مليو سرڪار کان. اُها سنڌين لاءِ حال پير کوڙڻ لاءِ وڏي سؤغات هئي. پر ورسڻ ۽ غيرت جي جيون گذارڻ جو پنڌ پري هو، منزل دور هئي. ١٩٤٩ ۾ مونکي ويچار آيو ته اسين دکي سنڌين جي دک مٽائڻ لاءِ ڪجهه ڪريون؟ "ٻيو ڪجهه نٿا ڪري سگهون ته وڃي هنن سان پنهنجي پُونجي ونڊيون."

پڄُڻي ڪهڙي؟ روحاني خزانو، آتمڪ ڏن! صوفين ۽ سنتن جي سکيا، درويشن جو ڪلام، نيڪيءَ جا نڪتا ۽ سياڻن جا سخن. شري چتامل ڀڳت جي سرجوشيءَ سان هڪ ٽولي ٺهي ويئي، جنهن ۾ ست ساٿي ڪلاڪار شامل ٿيا. چتامل ڀڳت، ايسرداس ساڀرو، ايشور جاگيردار، ڪنيالعل واڌلن ماسٽر، وينسي مل، آسن ميراڻي ۽ مان. نڪري پياسين گشت تي. خرچ پنهنجو، باقي جتي وڃون اُتي رهڻ ڪرڻ جو بندوبست ڪرڻو هو. اهو به ٿي ويو.

مهمان نوازيءَ ۾ سنڌيءَ کي ڪير وٺي؟ پهرين منزل سورت ۾. ڇا ته آجيان ٿي ۽ڇا ته موسيقيءَ جي موج لڳي! اسانجو اُتساهه وڌيو ۽ دل ۾ خوشي ٿي. ڏاتار جي ڏنل ڏاڻ جو اُپيوگ ڀليءَ ڀانت ٿيو. مون صوفيانه ڪلام ۽ ٽوٽڪا ٻڌايا، ايشوءَ داڳرا ڏاڙا داڳرا ڏاڙا ڪٽي، ڪنيالعل واڌلن ٿي دل اُٿاريندڙ ڌنيون ٻڌايون، چتامل ڀڳت ۽ ايشور جاگيردار جي جڙتو رد بدل ٿي، آسن ميراڻيءَ پارت جي پاڻي بڻڪ راڳ جا نوان نوان سر سڻايا، ايسر ساڀروءَ هارمونيم تي حيرت ڪري ڏيکاري ته وينسي مل طبلي تي ترڪتال ڪيا. چار ڪلاڪ پروگرام هليو پر جي ماڻهو اُٿن. ڪڏهن روئن ڪڏهن کلن. وقتن تي تاڙين سان تال ۾ تال ملائن، ڪڏهن اُتي ويهي نچن. شري اومڪارناٿ ۽ وسنت ديسائي اُن محفل ۾ شريڪ ٿيا هئا. سڄو وقت وينا رهيا. سنڌي

راڳ ۾ دلچسپي ڏيکاريائون. چيائون ”چڱو ڪيؤ ۽ مذاق سان ماڻهن جي منهن تي مرڪ آندؤ.“ مون چيو ”سنڌي راڳ ۾ توهان کي مزو آيو؟“ اوم ڪارناٿ جواب ڏنو ”سونهون ٿا سنڌي راڳ ۾ ڏاڍو مزو آيو. شال سدائين ڳائيندا رهو، موج مچائيندا رهو.“ سنگيت سمراٽن جي آسيس وٺي اڳتي وڌياسين ۽ وچـي اجمير ۽ جئپور تائين نڪتاسين. سنگيت جي جا سريتا وهي تنهن مان گهڻائي واه نڪتا ۽ اڄ ڀارت ۾ جدا جدا هنڌن تـي اُنسؤ تين ٿا ۽ سوين ڪلاڪار اُنهن ۾ پاڳه وٺي پاڻ به موکين ٿا ته روح به راضي ڪن ٿا ۽ پياسن جـي پياس به بجهائن ٿـا. لوڪل اخبارن حوصله افزائي ڪئي، پر ”هندستان“ ۽ ”هندواسيءَ“ پوري پوري قـدرشناسي ڪري اسانجي اُمنگن کـي آڪاش ۾ پهچائـي ڇڏيو. اُنهيءَ گشت ڪانپورءِ اسان پرن ڪيو ته جتي وينداسين اُتي سنڌ جو سنيهو ڏينداسين. جنان ڪٿان ڪونون اچڻ لڳيون. اسان به عار ڪونه ڪيو. وياسين ڪوني ڪوني ۾، ڪنب ڪڙڇ ۾ وڃي پهتاسين. سنڌ ۾ ڀگتن کي ٻناؤ ڏيڻ وارن سنڌين مڙڪا پـري ڇڏيـا. پڇسا ڪيڏانهن ڪريون! پاڻ ۾ پهياسين ۽ ان فيصلي تـي پهتاسين ته جا سنستا اسان کي گهرائي ٿي، تنهن ئي سنستا کي اُتي روپيا ڏجن ته ڀلي جنهن به طرح وڻين تنهن نموني سڪيارثا ڪن. سڪيارٿا ٿيا. ڪيترن ڌرمشالائن، مندرن

۽ پنهنجائي جا اين جوڙڻ ۾ اسانجو يوگدان ٿيو! دعوتن جي ڏوم مچي ويئي.

اهڙي هڪ دعوت دهليءَ مان آئي. دهليءَ جي سنڌين هڪ منورنجن ڪاريه رٿيو هو. جنهن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سنڌو سماج جي بانيڪارن مونکي سڪ ڀريو سڏ ڏنو. حشو ڪيولراماڻي ۽ هرو سدارنگاڻي جهڙن ڪاريه ڪرتائن جي هڪ لفظ تي مون ها ڪئي، پر هو منجهي پيا. خرچ ڪيترو ٿيندو؟ منت ۾ مونجهه لهي وين جڏهن مون کين ٻڌايو ته اسين سڀ پنهنجي پاڙي تي ايندا سين ۽ رهڻ جو به بندوبست پاڻ ڪنداسين. سمورو بندوبست ٿي ويو. وڃڻ جي ڏينهن لاءِ ترسيا وينا هئاسين.

ڪاريه ڪرم لاءِ ٻيچل راءِ ڏياچ جو ننڍڙو ناٽڪ ۽ ٻه ٽي سنگيت ۽ ساز وادن جا اسر تيار ڪياسين. دهليءَ جا ڪلاڪار ڏيون موتيهار جي. اين. ناگراڻي ۽ پيا پنهنجي نالي سان هئا تنهن ڪري محنت ڏاڍي ڪئي سون ته جئن هنن جي اڳيان ٻوڙا نه پئجي وڃون. اُسهڻ جو ڏينهن آيو. مان جئن ڏاڪڻ مان لهي نيٺ ٿي آيس تئن ٻوئين ڏاڪي تان پير ترڪي ويو ۽ پير ۾ موڙ اچي ويو. هاڻي ڇا ڪجي؟ صلاح ملي ته اهڙا اوسر گهڻائي ايندا تنهن ڪري دهليءَ وڃڻ رد ڪجي. دهليءَ تار ڪجي؟ اڳلا اعتبار ڪندا؟ متان سمجهن ته خرچ کان ڊڄي ويا، متان سمجهن ته وچن تان ڦري ويا،

مٿان سمجهن ته اسان جي تياري پوري ڪانه هئي! هلون ته سهين پوءِ به جي حال نه هوندو ته ڪٿي ناٽڪ نه ڪنداسين، ڪافيون ۽ گيت چونداسين پر دهليءَ وارن ڪي تسلي ته تيندي نٿائي ته نه وياسين. ڳالهه ڪنائٽي. اچي ريل ۾ چڙهياسين. آيوڊيڪس ۽ پٽيءَ جو بندوبست ٿي ويو. پيرڻ چندرا ڪيسواڻي به اُنهيءَ گاڏيءَ ۾ هئي، تنهن ڊاڪٽر جو ڪم ڏيکاري پير ٻڌي ڇڏيو. اچي چنتا لڳي ته ايڏي ساري محنت وئڙٿ ويندي؟ جيسين راءِ ڏياچ ڪنڊ ڪپي ڏي تنهن کان اڳ ٻيجل ليٽي پيو! سوچيندي هڪ رٿ سجهي آئي. آسن ميراڻي سٺو راڳيندڙ آهي ڇو نه ريل ۾ ريهرسل ڪرائي ڪيس ٻيجل ڪجي؟ ايشو جاگيردار راءِ ڏياچ ۽ آسن ٻيجل، ٻئي راڳ ۾ پڙ. ميل ملي ويندو. ريهرسل شروع ٿي وئي. آسن ميراڻيءَ منهنجو پارٽ ڪيو ٻيٺ سميت. سڄي ڏينهن ۾ ڏهه دفعا ريهرسل ٿي. پڪ ٿي ته رهجي ايندي. دهليءَ ۾ پهتاسين. دوست منهنجي پير جي سوڄ ڏسي سوچ ۾ پئجي ويا. پر منهنجي مجبور حالت ڏسي چپ رهيا. هڪ جڻي چيو ”ادا، آسن ميراڻي چڱو، پر دهليءَ جا سنگيت پريمي ٿو لاءِ سيڙيا وينا آهن. ڏاڍو نراس ٿيندا. وري به شاباس اٿيئي جو ايڏي پنڌ تي آيو آهين. ٻه منٽ اسٽيج تي اچي به اکر چئي پنهنجي پيار مٿائجانءِ.“ گهر آياسين ته به ريهرسل چالو. مون آسن ميراڻيءَ کي اُتساهه ڏياريندي

چيو ”ڪلاڪار آهين، ڪلاڪار اُهو جو مهل کي منهن ڏئي.“ هن چيو ”ڏيندس.“

شام جو هال ۾ آياسين. هال دهليءَ جي ساهت ۽ ڪلا پريمين سان سڄو ڀريل. ڀهرينءَ قطار ۾ ويٺا هئا شري ڄئرامداس، ڊاڪٽر چوئٿرام، پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي، شري شامداس گدواڻي، سيٺ ٻالچند پمناڻي، شري گوبندرام پمپومل ۽ ٻيا سنڌو سماج جا ڪاريه ڪرتا. ايڏي خلق ڏسي آسن ميراڻي گهٻرائجي ويو. اسٽيج تي وياسين ته بيجل جي پوشاڪ ڪڍي منهنجي هٿن ۾ ڏنائين. گهڻو ئي سمجهايومانس، پر هُو بيجل جو پارٽ ڪرڻ کان نابري واري ويٺو. مون کي به لڳو جوش. ڊريس پائي تيار ٿي ويس. جيڪي ٿيندو سو ٿئي پر عزت ته نه وڃي. وارو آيو اسانجو. چاليهن منٽن جي ايڪانڪي هئي. ڳائيندي نچندي گفتگوُ ڪندي اسان اها سين ڪئي. لڳي، واهه جو لڳي. پارٽ پوري ڪرڻ کانپوءِ يڪدم محسوُس ڪيم ته بيهي به نه ٿي سگهيس. ڊريس مٿائي مان هيٺ لٿس. آهستي آهستي به چڙهي مونکي ڪلهي کان پڪڙي هيٺ لٿا ۽ اچي مونکي هڪ ڪرسيءَ تي وهاريائون. رسيس هئي. سڀئي مونکي هيٺ ايندو ڏٺو. سڀ حيران ته هي ڇا ٿي ويو! جو ٻه منٽ اڳ نچيو ۽ ٽپيو ٿي سو هٿن اپاهج ڪئن بڻجي پيو. ”ڇا ٿيو، ڇا ٿيو؟“ ڊاڪٽر چوئٿرام پڇيو،

”ڀارت ڪندي ڪجهہ تڪليف ٿي ڇا؟“ مون سرٻستي ڳالهہ ڪري ڪيس ٻڌائي. عجب مان پڇيائين، ”سو انجام ڀاڙڻ لاءِ دهليءَ آيو آهين! پير ۾ فرڪچر ٿي پويٺي ها يا ٿي پيو هجي تہ؟“ مون چيو ”سائين آسيس ڪريو، رهجي ايندي.“ هن ڪان رهيو نہ ويو، سو ذرا رهڻ سان چيائين ”پر هي تو ڇا لاءِ ڪيو؟ ناموس لاءِ؟“ مون فقط چيو ”سنڌيت لاءِ.“ ڊاڪٽر صاحب ڀرو ٿي ويو. ڀاڪر پائي چيائين ”ايڏي سڪ اٿيئي سنڌيت لاءِ؟ اڄ مون ڪرشمو ڏٺو آهي. بمبئيءَ مان پڳل پير ڪٺي آيو آهين ۽ اچي دهليءَ ۾ نڪيو آهين! اڄ کانپوءِ اسين دوست آهيون.“ مون چيو ”مان تہ سدائين نيازمند آهيان. ننڍي هوندي کان وٺي مان توهان جو چاهڪ آهيان.“ چيائين ”اڄ کان پوءِ مان تنهنجو چاهڪ آهيان.“ مان نمي پيرين پيو مانس. مٿي ڪري چيائين ”هيرو تنهنجي مشغولين جو احوال شدمد سان ڏيندو آهي.“ مون چيو ”جتي ويندو آهيان اتي جا عيوضي اڪين ڏٺو احوال موڪليندا آهن، سو اخبارن ۾ پوندو آهي. مان فقط چاهيان ٿو، سنڌي جاتي نراسائيءَ ۾ نہ ختم ٿي وڃي. مان ڪين وندرائيندو آهيان، ڌير ڏيندو آهيان ۽ ڀاڙ تي ڀاڙڻ جي صلاح ڏيندو آهيان.“ هن چيو ”اڄ مونکي تسلي ٿي آهي تہ تو ۾ گڻ آهي. ننڍي هوندي مون بہ ناٽڪن ۾ ڀرو ورتو هو پر اڄ تو اڄ ڪمال ڪري ڏيکاريو. سو بہ مڙيل پير سان! هيري

کي ڇڏڻ نه ڏيون، جيڪي ڪيس تو لاءِ ڇيو آهي سو وساري ڇڏي." مان موٽي آيس بمبئيءَ. هيرانند سان مليس ۽ ڊاڪٽر صاحب جو نياپو ڏنومانس. ڪلهي ويٺو. مون پڇيو "ڊاڪٽر صاحب توهان کي ڇا ڇيو آهي؟" هن سنت سنتوش سان ڇيو "گڏريو سو ڇٽو. ڊاڪٽر جي مهانتا آهي جو توکي اهو نياپو ڏنائين. جذبالي جيئو آهي پر سچو ماڻهو آهي." مون ڇيو "توهان نه مون سان ڪڏهن اهڙي ڳالهه ڪانه ڪئي آهي." سندس ڏرمپتنيءَ ڪملا پيرڻ ڇيو "ڪنن ٻڌو جيءَ نه بوليو. هن پڳت جون کهڙيون تو ڳالهيون پڇين؟" مون هيرانند کي دل أي دل ۾ پرڻام ڪيو ۽ ڊاڪٽر چوئٿرام جي درياد ليءَ کي داد ڏنو. زندگيءَ ۾ ڊاڪٽر صاحب سان گڏجڻ گهڻا دفعا ٿيو هو، پر دهليءَ واري گڏجاڻي وسرڻ جي نه آهي. هن جي ڪومل دل ۽ سڌي سپاؤ جون گهڻيون ڳالهيون ٿهرام آزاد ڪان ٻڌيون هئم، پر مون کي اها ڄاڻ ڪانه هئي ته هو ايڏو اوچ آهي جو پنهنجي ويچارن کي بدلائڻ ۾ ويرم نه ونندو. جن ۾ وير ورو ٽه هوندو آهي ۽ جن کي نقلي شان لاءِ نفرت هوندي آهي سي ڊاڪٽر چوئٿرام وانگر هامت هلندا آهن.

ڊاڪٽر صاحب بيمار ٿي پيو. دهليءَ جي ڊاڪٽرن بمبئيءَ ۾ اچي علاج ڪرڻ جي صلاح ڏنيس. شيرمڙس هو. ڌاريءَ سرڪار سان ڇڪريون کاڌائين، اڌ عمر جيلن ۾ ڪاٽيائين. بي پرواه ۽ بانڪو بهادر. نالو پڇڻ جي

ويس سنڌ جو گجندڙ شير. اهو شرف ٻي وس نرسنگ هوم ۾ بيڊ س بستري تي پيل هو. ڊڪٽرن جي ڪئنسر هئي پر ڪيس چيو ويو ته ڊڪٽرن ۾ پاڻي آهي. سمجهي ويو ته بيماري کهڙي ۽ هجي پر چٽي اُن محال آهي. مان ساڻس ملڻ ويس. منهن تي مرڪ مڙي آيس. موهيندڙ مرڪ. بدن بيمار پر من چاڪ هوس. چيائين "هڪ گيت ٻڌاءِ." مان منجهي ويس ته ڇا ڳايان. چاڪاڻ ته مونکي خبر هئي ته دريدرن جو دک ڏسي هن جو ايشور ۾ وشواس نه رهيو هو. پاڻ ئي چيائين "خبر اٿيئي ته منهنجو تخلص "چيتن" آهي. مون ڪيتري ڪوتا رچي آهي جيڪا پڙهي منهنجا سنگتي مونکي ناستڪ سمجهندا آهن. ڀلا تون ئي ٻڌاءِ ته جو ايشور غريبن کي هڻن پيڙبو ڏسي مانُ ڪري وينو آهي سو دين ديال، ڀڳت وڇل، نماڻن جو ماڻ ڪئن ٿو ڪوٺي سگهجي؟" گهڙي چپ ٿي ويو. پوءِ نربل آواز ۾ چيائين، "سڪ. هاڻي ڪهڙيون شڪايتون ڪيون! تون شاهه جي هڪ ڪافي ٻڌاءِ." مون موقعي جي نزاڪت ڏسي شاهه لطيف جو ڪلام چيو:

"منهنجا مارو وسن ماڙ
مان ساريان سانگيئڙن کي."

سمجهيم ته هڪ آتما، آتمائن جي نگريءَ ۾ موٽي وڃڻ جي سعيي ۾ آهي، تنهنڪري اها ڪافي موزون

ٿيندي. ڪافي پوري ٿي ته چيائين ”ننگڙا نماڻي دا جيوين ٿيوين پالڻا“ اُنهي ڪافيءَ جڙن به سڄون پڌاءِ. مون عجب مان ڪيس نهاريو. معنيٰ سمجهي ويو. چيائين ”اهو ڪلام ڳــاءِ.“ ڳايم. هٿ هٿ ۾ وٺــي چيائين ”مهرباني.“ اُتي ئي چيائين ”مان خوش آهيان. مونکي سڀ ڪجهه هٿو ته مان سمهان.“ ڪڪي پيرڻ هٿي يا ڪملا پيرڻ تنهن سيني کي ٻاهر وڃڻ جو اشارو ڏنو.

ڊاڪٽر سڀهيو، ورري نه اُٿيو.

ڪرم يوگيءَ کي پرڻام. ملڪي مستاني کي سلام. پوئين گڏجاڻي شمشان ڀوميءَ ۾ ٿــي. ائين سڀهيو پيو هو جڻ ننڊ ۾ هو. منهن تي ڏک جي ريکا ڪانه هئس. مون دوستن جي مرضيءَ موجب شمشان ڀوميءَ ۾ سڪ سان شرڌانجلي پيش ڪئي:

اَلوداع اي سنڌ جــا سردار، توسان اَلوداع
اَلــوداع اي دادلا دلدار، توسان اَلــوداع
بيڪسن ۽ بيوسن جــا يار، توسان اَلوداع
اَلوداع اي مڙس مڙيادار، توسان اَلــوداع
ديس جا ديوانا توسان موڪلائي ٿا ڪريون
ملڪ جا مستانا توسان موڪلائي ٿا ڪريون

## ● سنڌ جو سنت ساڌو واسواڻي

ماروئيءَ کي عمرڪوٽ جو حاڪم کوهه تان کڻي آيو. ملير جائي ماروئي محلن ۾ منجهي پيئي. حاڪم هزار نمونن سان هن کي هرکايو پر هيءَ نه هرکي. عمر جي شان شوڪت ۽ دٻدٻي، تجمل ۽ طومان هن غريب پوهارڻ تي ڪوبه اثر ڪونه ڪيو. جنهن کي ساڻيهه جي سڪ ۽ جنهن ڪيترن سينن تي هرڪا هارايو سا ڪٿي ڪوٽ ۾ رهڻ قبول ڪري ۽ حاڪم سان لائون لهي؟ حاڪم حيلا هلايا پر هيءَ سانگياڻي پنهنجي ست تي قائم رهي. عمر سون ۽ چانديءَ جا ڍير ڍيئي کيس لالچائڻ چاهيو پر هيءَ لاکيڻي لال لالچ ۾ نه ويئي. عمر ڌڙڪا ڌنا پر هيءَ نه ڊني. عمر پنهنجي اوڇائي ڏيکارڻ لڳو ۽ کيس لي خندو ڪرڻ لڳو پر هن ڪٺيري کي خوب سمجهو پر پنهنجو مذهب نه مٽايو. عمر جڏهن ڏٺو ته سڀ ڪوششون بيڪار ٿيون تڏهن هن جو ست سيل ڏسي کيس آزاد ڪري ڇڏيائين، ماروئي کلندي هسندي موٽي ملير آئي.

سنسار جا سالڪ جي عالم ارواح مان نڪري اچي هن سنسار جي ڪوٽ ۾ قابوُ ٿيا آهــن سي نفس جي حڪم هيٺ نہ ٿا هلن ۽ حرص هوس ۾ ڦاسي نہ ٿا وڃن. سچا سنت هميشه پنهنجو اصلوڪو وطن يـاد ڪري پيا ڳوڙها ڳاڙين. اهي نيڪ آتمائون دنيا جـي دوُر ۾ اچي ٿيون اٽڪن. نجس نفس اهڙن نيڪن تي هرطرح جا حملا ڪري ٿو پر اهي پريوءَ جا پيارا پنهنجي پريتم جي پريم ۾ رتا رهن ٿـا ۽ ڏينهن رات پنهنجا ساٿـي سنياري پنهنجي اصلوڪي ملڪ ڏانهن وڃڻ لاءِ منتظر رهن ٿا.

سنڌ جي اِتهاس ۾ هڪ مارئي ٿي جنهنجي اِتهاسڪ آکاڻي ٻڌي اسان سنڌين ڪـي فخر ٿئي ٿو پر روحاني راه ۾ جيڪي مارئيون سنڌ ديش ۾ پيدا ٿيون تن جي ڪهڙي ساراه ڪريـون؟ اسان جا وڏا ڀاڳ جو اهڙين ڪن اوچ آتمائن جو درشن اسانکي بہ نصيـب ٿيو جنهن مان هڪ ڪـي سنڌ سڏيو ساڌو واسواڻـي. تيجسوي برهمچاري، اپياسي آچاري، غريبن جو همراه دردوند ديوانو نماڻـو، سياڄهو ۽ ڀاڄهارو. سنگت ڪونيس دادا. پاڻ کـي ڪونيائين نوُري ۽ دنيا سڏيس ساڌ و واسواڻي. سنڌين تہ سندس ناليو سڏيو پر هاڻي تہ سنڌي ۽ هندي سندس ڏالـي سان نهال آهــن، سندس ڪاريہ تـان قربان آهن. ميران هلچل جو باني، سنڌين جو سنت لاثاني.

دنيا جون موجون ڇـڏي فڪر وارو فقير بڻيو. ڇهڻ دنيوي مـان مرتبي کـان منهن موڙي اچي سڪ جـو سفير بڻيو.

وِرهاڱي کـانپوءِ پوني ۾ اچـي پير ڏرڀـائين جتي مونکي سندس سمپرڪ نصيب ٿيـو ۽ پهرين ملاقـات سائنس لاڙڪاڻي ۾ ٿي جڏهن مـان ٻارهن ورهين جـو ننڍڙو نينگر هوس. سيلاني وانگر سير ڪندي اچـي لاڙڪاڻي ۾ نڪتو ۽ پريوءَ جـو پيغام ڏنائين. پنهن جي اشٽ ديو ڪرشن جـي مهما اهڙي ڏـ، مني نموني ۾ ڪيائين جو ماڻهو مٿس موهت ٿي پيا. سڄو بزار اچي هڪ ننڍي مڪان ۾ ديـرو دمايائين جتي ڏيري ڏيري ويا سندس پريمي وڌندا. هڪ ڏينهن مان ۽ اُتي ويس. جهمٽ لاهوري ۽ شانتي شهاڻيءَ مُنهنجي ساڌوجن سان سڃاڻپ ڪرائي. ڏاڍي پيار مان حال پرسي ڪيائين ۽ جڏهن معلوم ٿيس ته مان راڳ ڳائيندو آهيان تڏهن سڪ مان چيائين ”اسانجي ستسنگ ۾ هڪ ڀڄن چوندين؟“ ستسنگ ۾ مون سائين ٽيؤس جـو ڪرشن مهما جو گيت ڳايو. وايو منڊل ۾ شانتي هئي، آنند هـو. مون اُتساه سان ڀڄن ڳايو!

١ـ تو اچي موج ۾ موهن جـا وڄائي مرلي
سا ته مونکي ٿي رهي يـاد سدائي مرلي
آ لوڏ لامن لڳي لهر ۾ پـن اڄڪي
ناچ ڇم ڇم جي ڇا ڇن نن سان نچائي مرلي

٢- گوپ گوپن جو وڏو سينۍ منجهان ساهه کڻي
اهڙي تو چاهه مان چت چور چلائي مرلي

٣- جوش جمنا ۾ اينئر چوءِ مان ڇوليون ڇنڪيون
ڪنج منج مست تيا مؤج مچائي مرلي

٤- ڪڻن رسيڻءَ شام سندر جي منوهر مک تي
ڪهڙي تو خاص ڪئي آهه ڪمائي مرلي؟

٥- پرت ۾ مون نه ڪيو پاڻ کي پيؤس پورو
لڏهن مدسودن مکه ساڻ ملائي مرلي.

مون گيت پورو ڪيو. ساڌو واسواڻي چريو به ڪين.
چوطرف شانتيءَ جو عالم ڇانيل هو. مان اندر ۾ حيران پر
ساڌوءَ سندس ست سنگين مان ڪوبه نه چريو ته مان
به چپ رهيس. اوچتو مڌر مڌر آواز آيو: ”موهن! جنهن
کي موه نه هجي، مدن جنهن کي مد يا ايمان نه هجي،
منوهر جو منو هجي، ڪرشن جو سڀ کي موهي، شيام
سندر جو سنجها جي سؤڪيم رنگ جو هجي، گوپال جو
گئن جو رکپال هجي، ديوڪي نندن جو ديوڪيءَ جي
گرڀ مان جائو هجي، نندلال جو نند جو لال هجي.“
الائجي ڪيترو وقت ڀڳوان جا نالا ٻڌائيندو ويو هرنام
جي وياکيا ڪندو رهيو. پريوءَ جا اينئرا نالا! سڀ ٻڌندا
رهيا، هو ڳالهائيندو رهيو. وديا جو ساگر ڇلي پيو، گيان
جو پدبار کلي ويو. سندس آواز وڻندو رهيو. هن جي لڳن
۾ لوچ اچي ويئي، هن جا وار اڀا ٿي ويا، هن جي اکين

ماڻ آنسوُن ٽپڪڻ لڳا. پريم ماڻ چيائين ”مرليءَ جا وڏا ڀاڳ! ڪاٺ جي بنسري کهڙا مڌر آلاپ ڏئي آلاپي. گونگي مرلي تڏهن بولي جڏهن پاڻ سانورو سڄاڻ اُن ۾ ڦوڪ ڏنو ڦوڪي. اهو انهد جو آواز مرليءَ مان ڪٿان نڪتو؟ مرليءَ پاڻ کي پورو ڪيو. پورو ڪيو معنيٰ پاڻ کي ڦوڪ جي لائق بڻايو. ماڻ شال مرلي ٿيان. پر جڏهن شرط قبول ڪريان. شرط آهي ته پاڻ کي پورو ڪريان، اندر مان غير ڪڍان. آپي ڪان، اهنڪار ڪان، اچائي ڪان پاڻ کي آجو ڪريان. اوڳڻ مان پاڻ کي آزاد ڪريان.“ ماڻ ننڍيو هوس پر اُن ننڍي اوستا ۾ به هن پياري جي سنديش مون تي الاهي اثر ڪيو. موڪلائڻ وقت هن مونکي سڏيو. مان ويجهو ويس ته هن سڄڻ مونکي مٿي ڪري چيو ”مان ٻڙي، مان ڪجهه به ڪين. نم اُن ناٿ جي اڳيان جنهن ٽوڪي اهڙو ڪومل ڪنٺ ڏنو آهي، اهڙو سندر سر ڏنو آهي.“ مان روئي وينس. هن مونکي گلي سان لڳائيندي چيو ”پندل من واري جو ڀڳوان پالو ڪندو آهي. جڏهن وري وقت ملينديءِ تڏهن اچج.“ پکي هڪ وڻ تي ڪيترو وقت ويهي؟ جيترو وقت لاڙڪاڻي ۾ رهيو مان وٽس ويندو رهيس ۽ سندس آسيس وٺندو رهيس.

پوءِ جڏهن دادا لاڙڪاڻي ۾ ايندو هو تڏهن وڃي سندس حضور ۾ حاضر ٿيندو هوس. هوُ آسيس ڏيندو هو مان گيت ڳڏائيندو هوس. پيار مان جڏهن وارن ۾ آڱريون ڦيريندو هو ۽ ڳلن تي ٿڏڙا ڪيندو هو تڏهن ائين

سمجھندو هوس ته ماءُ تقريون ڏيئي ۽ وارن ۾ سيڙ ڏيئي نند تي ڪرائي. قربدار جو قرب ڪڏهن نه وسرندو. عجب فقط اهو آهي ته تورڙي حيدرآباد ۾ اچڻ وڃڻ پيو ٿيندو هو ته به هڪ اوسر نه ٺهيو جو سندس آستان تي وڃان. وڌاڪي ڪان پوءِ پوني جي ميران پوُميءَ ۾ ورورڪري ويس. ڪارڻ؟ حيدرآباد واري آستان ڪي هڪ سنت جي ڏيوري سمجھيم ۽ پوني واري پوُميءَ کي تيرٿ استان. ڪوئيو ري ڪوئيو وڃي حاضر ٿيندو هوس. رشيءَ جي اکيان راڳائيءَ ڪي راڳ پڌائڻ جي آگيا هر وقت ٿيندي هئي. جڏهن به موڪلايان تڏهن پاڪر ملي. هڪ دفعو چيم ”دادا، مان توهانجو آهيان پوءِ هيءَ پاڪر ڇاجي؟“ مشڪي چيائين، ”پاڪر معنيٰ زره. زره پائبي آهي ته جنگ ۾ وڙهندي تير اثر نه ڪري. هن جيون يڌ ۾ دشمن جي تيرن جي پوڇار آهي. اُن کان بچڻ لاءِ سنگيت جي آسيس ضروري آهي.“ هڪ دفعو پاڪر سان گڏ بسڪيٽن جو دبو ۽ ڏهن روپين جو نوٽ ڏنائين. مون چيو ”پاڪر جي معنيٰ سمجھيم پر هنن ڏهن روپين جي معنيٰ سمجھ ۾ نه آئي.“ چيائين ”چار طرف، چار ڪنڊون، هڪ آڪاش، هڪ پرٿوي. انهي ڪي ڏه ڏسائون. شال تنهنجون ڏهئي ڏسائون سڀيون رهن.“ مون جھڪي پرڻام ڪيو ته مونکي اُٿاري ڀاڪر پاتائين ۽ منهنجا هٿ ڪٺي پنهنجي مٿي تي رکيائين. ڪيڏي نمرتا، ڪيڏي اوچائي! هرڪه سرڪه کان پري، مان اپمان کان مٿي. سنڌ ۾ هڪ واقعو ٿيو، سو به

پڌائي ڇڏيائين جڏهن خبر پوي ته هن پنهنجي خوديءَ کي کڻي ڪاڏو هو. لاڙڪاڻي ۾ هڪ ديوان جي سڏ تي هُوَ سندس اوطاق تي آيو. ديوان ڪٿ نسي ويٺو هو ۽ هن سادوءَ لاءِ ٻي کٽ رکي هُئي. سادو اُٿڻ سان اچي ڌرتيءَ تي وڇايل غاليچي تي ويٺو. ديوان کيس چيو ”سائين مٿي تي وهو.“ سادوءَ چيو ”مان نيڪ ويٺو آهيان. مان توهان جو داس آهيس ۽ هيٺ آيو آهيان.“ ديوان ذرا تکي آواز ۾ چيو ”اهو ٻونگ ڇا لاءِ ٿا رچيو؟“ اسين سراپجي وياسين. ۽ دادا جي مُنهن اهائي ڪروڻا ڀري مشڪ رهي. پيار مان چيائين ”پيارا مان نيڪ ويٺو آهيان. توهين وهو. اچو ته روح رهاڻ ڪريون.“ ديوان ٿدو ٿي ويو. پاڻ به اچي هيٺ ويٺو. ديوان ڪيترا سوال پڇيا، گياني هو. دادا هر سوال جي اندر ته سرل سمجهاڻي ڏني جنهن آخر ۾ ديوان چيو ته ”مون توهان کي اڄ سڃاتو آهي.“ سادوءَ ساڳئي سنتوک سان چيو ”سائين سڃاڻي شال ڀريو پنهنجو ڪري.“

سنڌ ۾ سادو هو، هند ۾ رشي ٿيڻجي پيو. اڳي موهن جو متوالو هو، مرليءَ تي مست هو. هتي سنڌ جي صوفين جو صدقي ٿيڻجي پيو، هند ۽ دنيا جي مهاتما جي مهما ۾ ورق ورائي ڇڏيائين. اڳي گياني ڌياني هو هتي اڳي کان به اڳرو ڪرم يوگي ٿيڻجي ڪرم جي ڪيرتي سمجهايائين. دکين جي سار سنڀال لهڻ لاءِ اپٽائيندو هو، هتي عملي طور سنڌ ۾ پرگهور لهڻ لاءِ موقعو مليو ويس. سندس پروچن ۽ پسنڪن جو پورو

پرڀاو ٿيو. راڌا ڪرشن ۽ رشي ڪروي جهڙا فيلسوف ۽ ڀڳت ميران ڀوءِ ۾ اچي دلبر جو ديدار ڪري ويا. هندين ماڳين هاڪ پئجي ويئي ۽ دنيا مان ڪيترا پانڌي اچي آسيس وٺي ويا. ڪرم يوگيءَ جو ڪارڻ زور شور سان چالو آهي. رام ڪرشن مشن وانگر دادا واسواڻي مشن به برپا ٿي ويئي. ميرا استان نگر جو روپ وٺندو جتان ڪٿان پريمي مايا جي پيئا ڪري رهيا آهن. سڀني ڪارج لاءِ پئسي جي ڪمي ڪانه ٿيندي آهي. ڪارڻ لاءِ هڏ ڏوڪيءَ لگن لڳل لال ڪپن. جنهن سنستا جو سنچالڪ دادا جهڙو سچار سڄڻ ۽ ڪبير پيارو گنگارام لنهن سنستا کي لڪشميءَ جي کهڙي ڪمي؟ ڪروڙ ڪنا ٿي ويا آهن، رنائون رتجي ويئون آهن. دادا جي شتابديءَ جا جلسا شهر شهر ۾ پيا ٿيــن ۽ جتان ڪٿان پيو آواز اچي "دادا شيام، دادا شيام." خبر ڪانه هئم ته جنهن سان سان لاڙڪاڻي ۾ نئين اوستا ۾ گڏجاڻي ٿي، اُنهيءَ سنت سرومڻي سان منهنجو سمپرڪ ٿي ويندو ۽ مان به سندس آسيس جو ڀاڳي ڪرتارٿ ٿي ويندس. مان هاڻي ٻين درويشن جي ڪلام سان گڏ نوريءَ جو ڪلام به چوندو آهيان. نوراني نور واري نوري اڪثر ياد ايندي آهي. ڀاڄهه گهري مان سندس گيت اُچاريندو آهيان.

"لطف سان يار لنگهائج او پيڙيءَ وارا
نوري نماڻي هڪ آسرو لنهنجو
پور بندر پهچائج او پيڙيءَ وار."

# • تعليمدان ٽي. ايم. آڏواڻي

سنڌس نالو ٻڌو هوم، کيس ڏٺو ڪونه هوم. ١٩٣٠ ۾ جڏهن ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيس تڏهن کيس پهريون دفعو ڏٺم. پهرينءَ نظر ۾ پيار ٿي ويو. شڪل گوري، پيشاني چمڪندڙ، وار ڪٽل، سوٽ اَپ-ٽُو-ڊيٽ؛ جنسي انگريز ٿي لڳو. ڇا مڙس جو رعب هو، ڇا شخصيت هئي! آواز بلند، لفظ چٽا، اُچار پورا ۽ زبان فصيح. هڪ ملاقات ۾ موهي ڇڏيائين. پڙهايائين ڪونه ٿي پر ڄڻ ته خود شيلي ٻڌجي پنهنجي اندر جا اُڌما ٿي ظاهر ڪيائين. ڪڏهن سوز جي صدا ٿي ڪيائين؛ ته ڪڏهن سڪ مان سڏڪا ٿي ڀريائين. ڪڏهن گيان جي گفتار ٿي ڪيائين ته ڪڏهن پريميءَ وانگر پڪار ٿي ڪيائين. مون ائين سمجهيو ته ڪويءَ خود به ايڏو انيڻ خير ڪو ڪين هوندو ۽ اُمنگ ۾ اچي ايترو آنند پراپت ڪيو هوندو. منهنجيءَ دل تي گهرو اثر ٿيو. شيليءَ جي ڪوتا پڙهندي چيائين:

”شاعر ڪمال ڪيو آهي. آهي ڪا اهڙي سٽ

سنڌي يا هندي ٻوليءَ ۾ جنهن ۾ هن سهڻي خيال جو
ارٿ ڇٽي؟"

ستون هيون:

When the lips have spoken
Loved accents are soon forgot

مون همٿ مٿي ڪيو. هن ڏنو. ڏاڍي مٺي آواز ۾
چيائين: "ٻڌاءِ." مون چيو، "سائين، سنڌيءَ ۾ شاهه
صاحب جي ست آهي:

" مت پيرڙيائي پلي، اُپٽي نه واءُ "

۽ اُردوءَ ۾ آهي:

"اگر ڪچهه مڌهن سي ڪهتا هون
مزا اُلفت ڪا جاتا هي."

اُنهن سٽن مان شيليءَ واري مصرع جو مطلب سڌ
ٿيو يا نه، پر هن علم - دوست دلبر داد ڏيندي چيو: "اڄ
کان پوءِ، اسين پاڻ ۾ دوست آهيون." مان نري پيس.
خوشيءَ جي حد نه رهي. دل ٿي دل ۾ چيم: "دوست
چاهِ، مان نيازمند ٿي رهندس."

اُنٿيهه سال اُنهيءَ واقعي کي ٿيا، پر هن جي ذره
نوازي ڪانه وساري اٿم. ڪهڙي خبر ته هن جي اُنهيءَ
حوصله افزائيءَ منهنجي ڪايا پلٽي ڇڏي. اُمنگ ۾ اچي
جو واعدو ڪيائين، سو پوريءَ ريت نڀايائين. سنسار

مان گڏارڻ ڪان ڪي پل اڳ، چيائين، ”رام کي چئو ته ڪنوررام جو هڪ ڪلام چوي.“ ياد آهي يارا پيار مان ڪوٺيندا هئس: ”ٽموُ“، جو سڄ پچ هو ٽي-ايم-آڏواڻي، ٽلومل مينگهراج آڏواڻي. انگريزيءَ جو اُستاد، ڊي.جي. سنڌ ڪاليج جو پهرون هندو پرنسپال، جئه هند ڪاليج ۽ بسنتگهه انسٽيٽيوٽ جو باني، بمبئي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ۽ ڪشمير ۾ قبوُل پيل وديا سدچالڪ.

گياني هو، پريمي هو. اُنهيءَ ڪان ٻه وڌيڪ هو پرشارٿي. هن جي پرشارٿ جو جيئرو جاڳندو نشان آهي ”جئه هند ڪاليج.“ جئه هند ڪاليج پٿر، سيمينٽ، لوهه ۽ ڪاٺ مان ڪونه ٺهيو آهي. آتم-وشواس، ايشور-وشواس ۽ ڪرم جو ڪرشمو آهي هيءَ وديا-گهر. سنڌ ۾ جڏهن رهڻ ناممڪن ٿي پيو تڏهن اسان ويچاريو ته بمبئيءَ ۾ نئون ڊي-جي-سنڌ ڪاليج برپا ڪجي. پروفيسر ڪيولراماڻي ۽ مان گهڙي ويا سين پرنسپال آڏواڻيءَ جي گهر ۾. ٻڌڻ ته پورو جواب ڪونه ڏنائين، پر جڏهن پڪ ڏنيسون ته هن جي رهبريءَ هيٺ ٻيا چون چرال سچائيءَ ۽ اورچائيءَ سان ڪم ڪنداسين تڏهن اڳواڻي ڪرڻ قبوُليائين. اڳواڻي به وري ڪهڙي نه شاندار نموني ۾ ڪيائين! ياونا هئي، پر اهڙي ڪنن ڪم لاءِ پونجي ڪٿي هئي؟ سنڌ ڪاليج مان ڪوڏي ڪٺڻ ڪانه ڏنائون، لئبرريءَ جو هڪ ڪتاب به ڪونه. ڪٺي سگهياسين ۽ نه ڪٺي سگهياسين ليباريٽريءَ جو هڪ به

ٽيسٽ ٽيوب! شرنارٿي هئاسين پر هن صاحب جي
پڪي ارادي، اعليٰ آزمودي، درد و شواس هٿي وڃي
هنڌ ڪيو. سائين ۽ سهائتا ڏني، اسيؤ کي سنيؤ
ڪري ڇڏيائين. پر وچ جا مرڻا جيڪي پرنسيپال آڏو آئيءَ
سنا تن جي مونکي خبر آهي. ڪلياڻ تائين چڪر
لڳاياسين پر زمين جو ٽڪر هٿ ڪري نه سگهياسين.
ياد آهي اهو سمو جڏهن هيءُ هندورن جي لوڙن تي
هريل حيب ڪلياڻ ڪئمپ جا جبل جهاڳيندو اچي
منهنجي ڪاڪي جي گهر ۾ رات رهيو. سرڪاري ڪوارٽر
۾ اچي رهيو جتي نه هئي بجلي، نه فلش. لالٽين جي
روشنائيءَ تي ڪاڏو ڪاڏائين ته پلنگ جي بدران واڻ
جي کٽ تي سمهيو. ڪموڊ جي عيوض چلهو ڪم
آندائين، اوباريل ڪاڏي کائڻ جي بجاءِ مرچن پيو سيٽل
گوشت ڪاڏائين، پر منهن ۾ گهنج ڪونه وڌائين. مان اندر
جو اندر ۾ پشيمان ته هن کي ڪلياڻ ۾ رهائي هن جي
رات خراب ڪيم پر صبح جو آئان نڪرڻ وقت منهنجي
چاچي کي چيائين: "ڪيڏيءَ نه سڪ سان خاطري
ڪيؤ!" چاچي چيو: "حال پريان نال. وڏيءَ آکهه جي
ڪري وڏو گهر ورتو اٿم پر هنن وڏن ۾ سڪ ميسر
ڪونهي." جواب ڏنائين: "توهان جي قرب اڳيان سڀ
سِک صدقي. ٻئي دفعي اچڻ ٿيو . مان توهان وٽ ئي
رهندس. هونءَ به ڪارڻ لاءِ قرباني ته ضرور ڪبي نه!"
قرباني! قربانيءَ جو نتيجو آهي هيءُ ڪامياب ڪاليج!!

مهمن جا مهنا هوٽلن ۾ رهيو، پنهنجي ذاتيءَ ڪان ٻري.
مهمان ڪري ڪيس رهائڻ وارا ٻه هئا، ۽ مهمان ٿـي ٻه
رهيو ۽ ٻئي ٿي ٻار ڪيترو وقت رهي سگهيو؟ تندرستيءَ
جو خيال نه رکي، ڪم کي جنبي ويـو. سهما سنائين،
نا اُميديون مليس، ۽ هيءُ بيـار اڏول رهيو. هڪ وزير
چيس: ”توهين مونکي ايترو ڇو ٿا ستايو؟“ منهن ڳاڙهو
ٿي ويس. مونکي سمجهه ۾ نه آيـو ته هوُ ڇا ڪندو، پر
جڏهن هن وزير کي جواب ڏنـو تڏهن مهنجو ڪنڌ هن
اڳيان جهڪي ويو. تمام ڏيـرج ۽ غيرت واري آواز ۾
چيائين: ”وزير صاحب! پٽ جيڏو آهين. سنڌ ۾ هجين
ها ته شاگرد هجين ها. ڪجهه نه ڪري سگهين ته ٺيڪ
آهي پر ايڏي بيزاري توکي سونهين نه ٿي. مان پاڻ لاءِ
ڪجهه نٿو گهران. ڪنهن نـه ڪنهن ڪاليج ۾ نوڪري
ملي پوندي، پر مان اُنهن بيروزگار سائين جـو ويچار ٿو
ڪريان جن مون ۾ وشواس وڌو آهـي. اسان ڪافي سٺو
آهي، پيو ڪجهه نه ته همدردي ته لهنديسون. پـر توهان
جو قصور نه آهي؛ قصور آهي اسان جـي قسمت جو.
ايشور آسيس؛ مان موڪلايان ٿو.“ ڳالهيءَ جهڙو اثر ٿيو.
وزير اسان کي وهڻ لاءِ چيو. هڪدم چوغو ڪڍي ٽيليفون
تي ڳالهايائين. ٿوري وقت ڪان پوءِ ڪلي چيائين، ”توهان
جو ڪم ٿيندو. شايد وقت لڳـي وڃـي، پر جيڪڏهن
مهنجي وس ۾ ڪابه ڳالهه هـوندي ته مـان گهٽ نه
ڪندس.“ جنهن ڪم لاءِ ولس ويا هئاسين سو هن جي

معرفت ڏي ڏيو. ڪٿان سرڪار کان پئسا وٺائين، ڪٿان چندا ڪٺا ڪيائين، ڪٿان قرض کنيائين. اِهو هڪ ڏکي ڪماڻي آهي، ڏکي ڪماڻي يا هڪ يوگيءَ جي سادنا! خوشي اِها آهي ته جيڪڏهن جئه هند ڪاليج جي معماري هن محبوب ڪئي ته سڀ ن چوندڙ جو ڪم مون مسڪين ڪري، سندس آسيس ڪٿي. سڪ وارو سڀو اِنسان ڪان وسري ويندو آهي، پر مونکي ياد آهي اهو ڪشتا جو زمانو جڏهن اسين هڪ ٻئي سان گڏ ويهي پيهه پچائيندا هئاسين. مان ڪڏهن ڪڏهن همت هاري وهان پر هيءَ اُميد فقير ڀڪدم چوي:

سڀيئي سبحان جي، ڪر حوالي ڪم،
تيءَ تحقيق، تسليم ۾ لاهي غم وهم،
قادر ساڻ ڪرم حاصل ڪري حاج اُو.

# ● صوفي پرنسپال ٻڌائي

صورت ڏاڍو سهڻو، سيرت ۾ سهڻو، صورت ۾ سهڻو،
دنيا سان به پورو ته سائين سان به سرخرو، سڀاجهو
ڀاڳ ڀرو صوفي سونهارو، گيان جو گلزار هو، ڀڳتيءَ جو
ڀنڊار هو. مون هن مان گهڻو پرايو ۽ جيڪي به اڄ مان
آهيان، تنهن ۾ هن حبيب جو هٿ هو. سچ وانگر راڳائي
ڪي رچي ڇڏيائين. ساڻس پهرين ملاقات ۱۹۲۹ع ۾ ٿي،
جڏهن هو پنهنجي پراڻي مترشري پريداس تولاڻيءَ سان
لاڙڪاڻي ۾ ملڻ آيو. مان سندس اوطاق تي ساڻس
مليس. ڇا ته اڪين ۾ تيج هوس، ڇا منهن ۾ الله جي
لالائي! ڏاڍي پيار سان مليو. مون هڪ ڪلام پيش
ڪيو. داد ڏيڻ جي بجاءِ مٿي تي هٿ رکيائين. اُن
وقت جيڪا مرڪ هن جي چپن تي هئي تنهن موهي
ڇڏيو. چيائين "ٻئي سال جڏهن ڪاليج ۾ ايندين تڏهن
گڏجي ڪچهريون ڪنداسين." پوءِ ته پاڻ به تمام ڌيمي
پر مٺي آواز ۾ هڪ ڪافي ٻڌايائين ۽ اُن تي ٽيڪا
ڪيائين. ٽيڪا هئي يا صوفين جو سبق! سرل سمجهاڻيءَ

سان روحاني راز ظاهر ڪيائين. اهوئي ڏينهن هو جڏهن مون ۾ طلب تي تار اُڀري اُٿي. تصوف ۾ طلب جي ڀيٽ پوڙي آهي. طلب کان پوءِ عشق ۽ پنج ٻيون پوڙيون يا واديون وحدانيت، معرفت، بيپرواهي، حيرت ۽ فنا. مونکي انهيءَ مهل معلوم ٿيو ته هيءُ فنا ڪاڏل فقير آهي ۽ صوفياڻي رنگ ۾ ورتل رانول آهي. جو سيوهڻ ۾ جائو، نصير جهڙي فقير جي صحبت ۾ آيو ۽ روچل جي رمزن ۾ رليو سو ڪئن نه مجاز جون ماڻون پوري حقيقت ۾ حل ٿيو هوندو! ان وقت ته حيرت ۾ ئي حيران هوس تنهن ڪري چپ رهيس پر پوءِ جڏهن ڪراچيءَ جي ڪاليج ۾ اچي داخلا ورتم تڏهن انجام موجب ٻهرين ڏينهن کان پنهنجو ڪري ڇڏيائين. واه جو سنڀاليائين ۽ سار لڌائين. ٿي پٽ اڳ هئس، مان ڇوٽون ٻڌي ويس. ڪلي چوندو هو ”هوُ ٽي دنياداريءَ لاءِ، تون روحانيت لاءِ.“ مان کهڙا ٽورا مڃيان هن محبوب مرشد جا، جنهن منهنجي زندگيءَ کي معنيٰ بخشي ڇڏي! مٿيءَ مان ٿانءُ ٻڻائي ۽ ڪچي کي پڪو ڪرڻ ڪم ڪنهن ڪامل جو.

پنا ارادي ٽي اٿل ۽ ٻيرن تي پڪي رهڻ جي سکيا ڏني. سائين بيوس، ناٽڪ جي رنگ منچ تي آڻي دنيا جي رنگ منچ تي ڪامياب ٿيڻ جي راه ڏيکاري ته هن حبيب هوت کي هيرائڻ لاءِ پنهنجي

رهڻي ڪرڻي ۽ آتمڪ علم سان منهنجي زندگيءَ ۾ روشني آندي.

پاڻ ايڏو هوشيار هو جو جڏهن سندس سائين حاضر هجي ته هوءَ ڀڳڻ ٻڙڪ نه ٻولي. فقط ٻڌي. فقير نصير جي نڪتن ۽ روچل جي روح رهاڻ ۾ پلا ڪير دخل ڏئي؟ نصير فقير ته ڪنهن اسڪول ۾ به ڪونه ويو هو پر جڏهن ڪچهري ڪندو هو ته صوفيانه سخن ۽ بيتن جا خزانا کلي پوندا هئا ۽ ٻڌندڙ ائين ٿي سمجهندا هئا ته هڪ انسان جي مک مان الله تو ٻولي. اُتي ماڻت باقي ڪاليج ۾ پورو پروفيسر سائنس ۾ فزڪس جو پروفيسر هو پر ايپاس وڏو هوس. لاجڪ ته لاجڪ انگريزي ته انگريزي، حساب ته حساب، پر جيڪڏهن پارسيءَ جو پروفيسر نه آيو ته ٻنا تياريءَ پرشن به پاڙهي ويندو هو. اسانجي ڏينهن ۾ ايف. اي ۾ سائنس ۽ مئٿميٽڪس به پاڙهيندا هئا. هيءُ فزڪس جي ڪلاس ۾ اچي جو ڪڏهن ليڪچر ڏئي ويندو هو ته ائين سمجهو هو ته ڪا آڪاڻي ٻڌائي ويو. چار سال سانده هن جي صحبت ۾ رهيس. روم هاسٽل ۾ پر رهان هن وٽ. مان ڪرتارٿ ٿي ويس.

هڪ ڏينهن ڪاليج ۾ سائين ٻيوس تي ليڪچر ڏنو. سينئر بي.اي. ۾ هوس. سرسوتي منڊل جي سهاري اهو

ليڪچر رکيو ويو هو. راڳ ۾ ته نالو نڪري چڪو هو پر ليڪچر پهريون دفعو هو. ليڪچر شروع ٿيو ته پرنسيپال ٻناڻي اچي هال ۾ وهڪ ڪرسيءَ تي ويٺو. هن جي اچڻ سان منهنجو اُتساهه ٻيڻو ٿي ويو. سوچيم ته ليڪچر وڻيس ته شاباس ملندي، نه وڻيس ته چوڪرو ٿي چئندس. ليڪچر ڏسي ڪونه پڙهيم. سائينءَ جي تاج محل، غريبن جي جهوپڙي، پورهيت ۽ ٻين وشين تي چيل شعر بر زبان هئم سو پوري هند تي پيوند ڳنڍي تکي تقرير ڪيم. تقرير پسند پئي. تاڙين مان سمجهيم ته سائين ٻيوس جي شخصيت ۽ شعر سان مون نياءُ ڪيو هو. پرنسيپال ٻناڻيءَ جي منهن ۾ خوشي هئي. ٻين جي تاڙين ۾ ساٿ ڏيئي منهنجو حوصلو وڌائي ڇڏيائين. ليڪچر کان پوءِ ٽرسيو ڪونه پر جڏهن گهر ۾ آيس، تڏهن پنهنجي پتنيءَ کي چيائين "ڪسي، اڄ ڪاليج ۾ هلي هن جو ليڪچر ٻڌين ها." هن مرڪي پڇيو "اڃا ته پڙهي پيو ليڪچر ته ڏيڻ شروع ڪيا اٿس ڇا؟" هن چيو "هن جڏهن ليڪچر پئي ڏنو تنهن وقت هڪ خيال آيو. ڪاليج پورو ڪري ته ڏسون." پيشن گوئي پوري ٿي. پرنسيپال ناراڻ ٻناڻيءَ جي ڪوشش ڪامياب ٿي. منهنجي اڇا پوري ٿي.

صورتمان ناراڻ ڪڻن ٿيو. ساهڪ ڪهاڻي آهي. پر ناُلو

ڦيراياائين ماتا کــي خوش ڪرڻ لاءِ ماتا ٻيڙي هئي- هن جـــي مرضي هئي تہ پٽ اهڙو ڪو نالو رکـي جو انت ويلي سڌ ڪيانس تہ تري وڃان. صورت ڦري ٿيو نارائڻ. ايس-بي-ٻناڻي ڦري ٿيو اين-بي-ٻناڻي. واہ سڄڻ تنهنجي سعاد تمدي!

١٩٢٩ جي اچانڪ ملاقات ڪهڙا نہ رنگ ڏيکاريا! گهڙيءَ گهڙيءَ جي مهت آهي. سچ، پل پل جي پٺي تي مهر آهي. قسمت ڪڏهن ڪــي نهي، ڪير چاڻي؟ پُورب جنم ۾ ڪئن نہ اعتبار ٿئي. نہ تہ پلا هـــن پيءُ وٽ چو جنم ورتـــو، بيوس سائينءَ کـــي ڪئن پنهنجو ڪيو ۽ ٻناڻيءَ سان ڪئن ڳنڍيو؟ ٻناڻيءَ جي نظر تي چڙهان ها تہ مان چا هجان ها؟ هڪ دفعو پچيومانس ہہ. اُتر ڏنائين ”تنهن جـــو جيئن ناٽڪ اڳ ۾ رٿيل هو جنهن ۾ ڪن پاترن کي پارٽ ونڊو هـــو ۽ لکئي موجب مون بہ اُن ۾ پاڳ ورتو. ڀـوءِ پلائي ڪهڙي، ڪنهن جي ۽ چاجي؟؟

نماڻائي، سنتوش ۽ آتمڪ اوچائي ۽ پريوءَ لاءِ پيار گرهست ۾ رهي گرهڻ ڪرڻ ڪنن ڪم نہ آهـــي اهو سبق نارائڻ ٻناڻيءَ جهڙي سڄڻ پرش مان سکي سگهجي ٿو. هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ داداءِمان گڏجي بمبئي يونيورسٽيءَ جي ميٽنگ لاءِ بمبئي آيـــاسين. شام جو

هڪ ڪار ۾ چڙهي ڪٿي وڃڻ لاءِ سنڀرياسين. چار ڄڻا هئاسين. دادا ٻناٽي ۽ ٽي ڄڻا، ٻيا پٺيان ويٺا ۽ مان ڊرائيور سان گڏ اڳيان. مان اڳيان هوس، پٺيان نهارڻ کان سواءِ وٺي در بند ڪيم. خبر ڪانه رهي ته دادا اڃا ڪار ۾ چڙهيو ڪونه هو پر سندس هٿ ڪار ۾ هو. آواز آيو "در کول، منهنجي آڱر اندر اچي وئي آهي." يڪدم در کوليم. دادا جي آڱر رتو رت ٿي وئي. مان پشيمان ٿي ويس. ڏاڍي ڏک مان چيم "دادا، معاف ڪجو." مٺي آواز ۾ چيائين "ڏوهه تنهنجو پر قسمت منهنجي." مون اندر ئي اندر ۾ نمسڪار ڪيو. اهڙي ڳالهه مون سان ٻه هڪ دفعو ٿي. ائين ئي ڪيم جيئن دادا ڪيو هو. پريميءَ مونکان معافي گهري ته مون ڪيس جواب اِهو ڏنو جو دادا سال اڳ ڏنو هو. مدبي جا آڱر ۾ گهڙي وئي هئي تنهن جو نشان اڃا آهي. اڪثر ان تي نظر پوندي آهي. دادا ياد ايندو آهي ۽ ياد ايندو آهي سندس سنتوش. جيڪي مون ڪيو هو سو ٻئي ڪنهن پل ۾ ڪيو. مان ڪيس ڪهڙو ڏوراپو ڏيان! "ڏوهه هن جو، قسمت منهنجي" ياد رهندي سدائين سمجهاڻي.

هڪ ٻي ڳالهه دادا جي. هڪ ڏينهن ڪنهن وٽ وياسين ته هن پڪوڙا اچي اسانجي اڳيان رکيا. دادا ڀريون پڪوڙو کنيو. اهو پڪوڙو وڏو هو. منهنجو خيال اوڏانهن ڪونه ويو. پر پاڻ ڏانهن ڏيان ڇڪائيندي

چيائين ”توکي خيال نہ ڪونہ ٿيو تہ وڏو پڪوڙو مون کنيو ۽ توکي وجهہ ڪونہ ڏنم؟“ مون چيو ”نہ دادا، منهنجو ايڏانهن خيال ئي ڪونہ ويو.“ چيائين ”سمجهاڻي ڏيڻي ٿو چڏيان ۽، ڪم اچي ويندءِ.“ مان ٻڌندو وينس. چيائين ”ٿلهو پڪوڙو ٻڪدم انهيءَ ڪري کنيم تہ متان مونکان اڳ اهو پڪوڙو تون کڻين. سمجهيم متان ڪچو هجي. ڪچي بيسڻ سبب متان توکي پيٽ ۾ دقت ٿي پوي. مان تہ فقيرن وٽ ڪچي پڪي کاڌي تي هريل آهيان.“ مون ڪنڌ جهڪائي چيو ”دادا هڪ هڪ گهڙي جا اوهان سان گذري ٿي، سا سڄائي آهي.“ هن مشڪي چيو ”پيار ۾ پاڻ نہ ٿيندو آهي.“ مون چيو ”ڏني آهيو، دادا ڏني آهيو.“

اِهو هو پرنسيپال ٻناڻي- ٻهراڻ صورت ٻوءِ ناراڻ. جنهن جهڙن مهاپرشن سان گڏجڻ سان ڪايا پلٽجي وڃي. اڄ هُو هن سنسار ۾ ڪونهي، پر هُو منهنجي دل ۾ براجمان آهي ۽ جيستائين جيئرو آهيان تيستائين اُپستت رهندو. ●

# • علم دوست ڊاڪٽر گربخشاڻي

علم دوست هو. عالم، اديب ۽ مفڪر، انگريزي، پارسي ۽ سنڌي ٻولين جو ماهر هو. عربي ۽ سنسڪرت سان ٻ ڏيٺ وٺ هئس. شاهه جو شيدائي هو. شاهه جي رسالي تي جيڪا محنت ڪيائين، تنهن هندو خواهه مسلمان سنڌي-دانن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. سندس ايپاس جي شهرت اڳ ئي هئي، پر مشرق جي ٻولين جي ڄاڻ جيڪا رسالي پر ڏيکاريائين تنهن هرڪنهن جون ڏندين آڱريون ڪري ڇڏيون. مون دل ۾ واچار ڪيو ته جڏهن مئٽرڪ پاس ڪري ٻي.جي. سنڌ ڪاليج ۾ داخل ٿيندس، تڏهن هن جي وڃي نيازمندي هٿ ڪندس.

پر اهـا نيازمندي منهنجي نصيبن ۾ لکيل ڪانه هئي. ڪاليج ۾ اچڻ سان منهنجي واقفيت پرنسيپال ٻناڻيءَ سان پهرين ٿي. هن پهرين ملاقات ۾ مونکي پنهنجو ڪري ڇڏيو. مونکي خبر ڪانه هئي ته جنهن تي راز ٻناڻي صاحب جو هوندو هو، سو گربخشاڻي صاحب کي نه وڻندو هو. هنن جي پاڻ ۾ عداوت

هوندي هئي. پرنسيپال شهاڻيءَ جي رٽائر ڪرڻ تي ٻن هوشيار پروفيسرن جي چونڊ ٿي هئي. جنهن ۾ سائنس جو سورمو، ٻولين جي ڀڳتي کان اڳ ڪٺي ويل ولايت مان پاس ڪري آيل پي-ايچ-ڊي ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ کي پڪ هئي ته اها پدوي کيس ملندي. هوڏانهن پروفيسر ٻناڻي پنهنجي فيلسوفيءَ، انتظام ۽ هوشياريءَ جو اهڙو ڏاڪو جمائي ڇڏيو هو جو هن کي تر ماتر جو ٻه شڪ ڪونه هو ته بورڊ وائيس پرنسيپال جو حق رڳو ڇڏيندي. وائيس پرنسيپال، پرنسيپال ٿي ويو. پروفيسر، پروفيسر ئي رهجي ويو. پرنسيپال ٻناڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان ملڻ ويو. ڊاڪٽر صاحب سڌو سنئون چيس ته مان سمجهان ٿو ته تو حرفت هلائي آهي تنهنڪري مان تنهنجو دوست ٿي نه رهندس. ٻه صوفي ساز ۾ نه رهيا. ڪير رهن؟ هڪ هو سالڪ ته ٻيو مجذوب! سڪ! مان ڊاڪٽر صاحب کي واجهو وجي نه سگهيس. فقط ٻه دفعا هفتي ۾ پرشن پڙهڻ جو موقعو مليو، جو مون ڪڏهن ٻه نه گسايو. ڇا ته پڙهڻ جو ڍنگ هوندو هئس، ڇا ته معنيٰ سمجهائيندو هو. رنگ جو وڏيڪ سفيد هجي ها ته پورو پورو ايراني سمجهڻ ۾ اچي ها. حافظ پڙهائيندو هو ته جنسي حافظ ٻڌجي ويندو هو. مئي، مطرب ۽ معشوق جو ذڪر ڪندو هو ته ائين محسوس ٿيندو هو گويا هڪ رند رهاڻ ڪري رهيو آهي.

مان ڪاليج ۾ پڙهندو ئـــي هئس تہ مونکي سنڌي ٻوليءَ ۾ مضمونـــن لکڻ جو شوق ٿيـــو. هڪ دفعو ٿياسافيڪل لاج ۾ ڳائڻ ۽ ڳالهائڻ جي ڪوشش بہ ڪئي. سائين ڀيوس نندي‍ءَ اسٽيج تي پارٽ ڏيڻ جي حذر هٽا ئي ڇڏيو هو. انٽر ۾ ئي هئس تہ هڪ دفعو ٿياسافيڪل لاج ۾ هڪ ليڪچر ڏنم. پرنسيپال بتاڻي ۽ ڪاڪو ڀيرومل مهرچند ۽ ٻيا ڪيترا ساهتيہ پريمي اُن ميڙ ۾ حاضر هئا. ليڪچر ڏنـــم "سچل سرمست جون واديون." ڪلاڪ ليڪچر ڏنم ۽ جڏهن پـورو ڪيم تڏهن سڀني درشڪن تاڙيون وڄائي منهنجي حوصلہ افزائـــي ڪئي، پر سڀ کان وڏيڪ خوشيءَ جي ڳالهہ هئي تہ ڪاڪي ڀيرومل مهرچند پنهنجي تقريرندي چيو "مون کـــان پوءِ پرنسيپال بتاڻيءَ کي سنڌيءَ جـــو پروفيسر ڳولهڻو ڪونہ پوندو." ڪاڪي ڀيرومل جي اڳڪٿي سچي ثابت ٿي. سچي تہ پوءِ ثابت ٿي. پر پهرين ڊاڪٽر گربخشاڻـيءَ منهنجي مخالفت ڪئي. مخالفت بہ مخـــالفت جهڙي. زور وارو مڙس هو، هلنديءَ پڄنديءَ وارو ۽ وروڌ ۾ وڏائين بہ ناميارو سنڌيءَ جو سڄاڻ. هن ۽ منهنجو مقابلو ڪونہ هو پر عمر هن جي برخلاف هئي ۽ قسمت منهنجي فائدي ۾. مان ليڪچرار ٿي آيس. ڪيترا ڀيرا ويچار ايندو اٿم تہ پرنسيپال بتاڻي جاٽي واٽي نہ ڪاڪي ڀيرومل کي ان ليڪچر تي نہ وٺي آيو هـــوا! پنجن سالن کـان پوءِ پرنسيپال بتاڻيءَ جـــي صلاح سان بورڊ فيصلو ڪيو تہ

ڊي-جي-سنڌ ڪاليج ۾ ٻه وڀاڳــ (Faculties) ڪرڻ
گهرجن. سائنس وڀاڳ جــو ڊين هجي پــرنسيپال بڻائي
۽ آرٽس وڀاڳ جو ڊاڪٽر گربخشاڻي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ
تي وڏي جوابداري پئجي ويئــي. اسين سوچڻ لڳاسين
تہ ڏسون، ڊين ٿيڻ کان پــوءِ ڊاڪٽر صاحب پنهنجي
زبردستن سان ڪهڙو ٿو رخ اختيار ڪري. بڻائيءَ جــي
دوستن سان دشمني ٿو رکــي يــا پنهنجي پيارن سان
پاسخاطري ٿو ڪري! انهــيءَ وچ ۾ هڪ ٻہ واقعو اهڙو
ٿيو جنهن ڊاڪٽر صاحب جي دل کي رنجايو. هونءَ تہ
پلا بي پرواه هوندو هــو، هاڻي تــہ جوابداري سندس
هئي. تنهنڪري پــروفيسر ن سان پهرئين لاءِ ڪامــن روم
جــي ميٽنگ گهرايائين. ويهڻ سان ڏاڍي ڏکہ مـــان
پڇيائين ”توهان مان مونکي ڪو ڪارڻ ٻڌائيندو تہ اسان
جــي اهڙي شانــدار، جهوني ۽ روايتن واري ڪاليج ۾
اِنتظام ڇــو گهٽ آهي؟“ ڪير جواب ڏئي؟ سڀ چپ
رهيا. مان بہ چپ رهيس. سندس نظر مون تــي پيئــي.
تنڪي مان چيائين “What has the wise head on
the young shoulders to say? چا چوڻو آهي ڪچن
ڪلهن واري سياڻي سر کي؟“ مون چيو “It may not
be palliatable to my elders. اهــو شايد منهنجي
بزرگن کي ناگوار لڳي.“ چيائين ”Go ahead چٽي ڏي.“
مون چيو ”انهي بد انتظاميءَ لاءِ اسانجا وڏا ذميوار آهــن
جن ۾ ٻہ وڏي ۾ وڏا پرنسيپال بڻائي ۽ تـــوهان جوابدار

آهيو، ٻيا پروفيسر به آهن جن جا گروهه نهيل آهن ۽ وديارٿي اُنهيءَ جو فائدو وٺي ٿا وڃن. مان آهيان، مونکي خبر نه آهي ته ڪڏهن ٿا مون مان وير پاڙيو. اهو به معلوم نه آهي ته پروفيسر ڪينٿارا جو توهانجي مرضيءَ خلاف پرشن جو پروفيسر ٿي آيو آهي، تنهن کي ڪهڙيءَ ريت ٿا هلايو! ان ڪري وديارٿي ڇا پر اسين پروفيسر به ڪش ٿا ڳولهيون." چوطرف خاموشي ڇانئجي ويئي. مون سمجهيو ته مون وت کان باهر ڳالهايو هو. پروفيسر ڪيولراماڻي ۽ جٿنداڻيءَ کان سواءِ ٻين بزرگ پروفيسرن جي منهن مان ظاهر هو ته مونکي ائين نه ڇورڻ کپندو هو. مون سمجهيو ته اجهو ٿو طوفان ڪڙڪي. پر ملايم آواز ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ هٿ ڊگهيڙي چيو "هٿ ملاءِ. اڄ کان پوءِ مان توهان جو دوست ۽ خيرخواه آهيان. پروفيسر ڪينٿارا اڄ ڪونه آيو آهي. تون مونکي اڄ سندس گهر وٺي هلج ته مان ڪيس خاطري ڏيان ته مون مان هن کي ڪوبه نقصان ڪونه پهچندو. سچ آهي ته اسان وڏن کي مثال ٿي ڏيکارڻو آهي ۽ ڪاليج کي ڪٽنب سمجهي هڪ ٻئي سان سمپ ۽ سڪ سان گذارڻو آهي." فقط چيائين ڪونه. ڪري ڏيکاريائين. رڳو ٿي بدلجي ويس... منهن مان شوخي نڪري ويس. ڳالهائڻ مان ڪوڙاڻ گم ٿي ويس.

هڪ صبح جو گهرائي چيائين ڪاليج جي پرنسپل

لاءِ ناٽڪ ڪرڻو آهي. اڄ شام جو منهنجي بنگلي تي اچو. ايڇ-بي-آڏواڻي، منگهارام ملڪاڻي، ٽاري آڏواڻي ۽ لالچند امرڏني ڪي ٻه گهرايو اٿم. مان ويس. پاڻ ٿي چيائين ”هن ڪان اڳ ڪونه گهرايو هوماڻ، توڙي هنن سڀني يارن توکي گهرائڻ لاءِ چيو هو. پر مون چيو ته تون ڇا ڪندين.“ مون ذرا ڏيـرج سان چيو ”آزمود ۽ توهانجو، اُمنگ اسانجو. حڪم ڪريو ڇا ڪرڻو آهي.“ اڳئين ميٽنگ ۾ فيصلو ڪيو اٿائون ته قليچ بيگ جو ”نيڪي بدي“ ناٽڪ ڪجي.“ مون چيو ”جيڪا توهانجي مرضي، پر هيءُ زمانو ”نيڪي بدي“ ناٽڪ جو نه آهي. شاهه جي ڪا آکاڻي اسٽيج لي آڻجي ته توهانجي محنت ٻه سڦلي ٿئي ۽ اسين ٻه پنهنجو فن ڏيکاري سگهون.“ ڊاڪٽر صاحب چيو ”اهو ناٽڪ ڪٿي آهي؟ ڪڏهن لکبو، ڪڏهن ڪبو ۽ ڪير لکندو؟“ مون چيو ”ٽن ڏينهن ۾ لکبو، هڪ مهيني ۾ تيار ٿيندو، مان لکندس، درست توهين ڪندا. اُنساه آهي ته ڪابه اڙچڻ ڪانهي.“ ”مومل ڪير ٿيندو، راڻو ڪير ٿيندو.“ مون چيو ”مومل مُنما رامچنداڻي ٿيندي، راڻو ڪملا ڪرپالاڻي ٿيندي، سومل رڪ آڏواڻي ٿيندي ۽ ٻيون ڇوڪريون ٻين پارٽن لاءِ ڳولهي ڪڍيون. اسانجي ڪاليج ۾ ڪلاڪار نينگريون گهٽيون ٿي آهن.“ ملڪاڻي صاحب چيو ”واهه، سڀ ڇوڪريون پارٽ ڪنديون! محنت ڪرڻي پوندي پر ڇٽاسين ڇوڪرن ڇوڪرين جي جهنجهٽ

ڪان.“مون چيو ”جهنجهٽ ڪان نه پر سماج سڌارڪن جي ڪٽ پٽ ڪان.“ سچيءَ ڪي اها ڳالهه وڻي، پر شڪ هئن ته رٿا ڪانه بيهندي. رٿا بيٺي. ناٽڪ اڪيچي ويو، راڳ ٿيو ويا ۽ پورن ٿن ڏينهن ڪان پوءِ اچي ناٽڪ پڙهي پڌايم. مون کي پنهنجي عزت رکڻي هئي، ڊاڪٽر صاحب سان دوستي ڳنڍڻي هئي ۽ نڀائڻ جو سچو ساڪار ڪرڻو هو. سو ساڪار ٿيو. ڏڄ مڄ سان فرينڊ هال ۾ ناٽڪ ٿيو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي مرضيءَ سان ناٽڪ ڇپايو ويو. ڪنهن چيو مهاڳ بزرگ لالچند لکي، جنهن عمر مارئيءَ جو ناٽڪ لکيو هو ۽ ڪاميابيءَ سان اسٽيج تي آندو هو. پر ڊاڪٽر صاحب چيو ”جي توهان ڪي نيڪ لڳي ته رام جي موٺل راڻي ناٽڪ جو مهاڳ مان لکندس.“ منهنجي اکين ۾ خوشيءَ جا آنسو اچي ويا. مان سندس پيرن ۾ جهڪي ويس. ڇا مڙس جي فراخدلي، ڇا سندس قدرشناسي. دل کولي مهاڳ لکيائين. پر ست، جنهن منهنجو مان مٿي ڪري ڇڏيو سا هئي ”قدرت وٽان ڪلا جون ڪل نعمتون ڪن قليلن ڪي عطا ٿينديون آهن ۽ مان دعوي سان ٿو چوان ته ”مومل راڻو“ جو ناٽڪ لکي رام پاڻ کي انهن لائقن جي صف ۾ بيهڻ جو حقدار بڻايو آهي.“ ناٽڪ ڪامياب ويو ۽ ڊاڪٽر صاحب هميشه جي لاءِ منهنجو دل گهريو يار بڻجي پيو. ڇاجي نندائپي، ڇاجي وڏائي. هو، ٽي.ايم.آڏواڻي، نهچلداس همٿ سنگهاڻي ۽ مان

چوباري ٻڌجي ويئي. پيا هڪ ٻئي ڏينهن هڪ ٻئي وٽ گڏبا هئاسين. ڪلهه کو هو ته اهي ٽوٽڪا، بيت ۽ ونندڙ واقعا بيان ڪندو هو، جو مجلس ۾ رنگ اچي ويندو هو.

ورهاڱو ٿي ويو. ويچار ڪيوسين ته ڪيس اڳ ۾ ڪري بمبئيءَ ۾ نئون ڪاليج اڏينداسين. اميدون پوريون نه ٿيون. اچانڪ راه رباني وٺي رمندو رهيو. سال ٿي ويا جدا ٿئي، پر هيءُ فضيلت، مروت، صداقت ۽ شرافت جو صاحب ياد آهي ۽ ياد رهندو ليسين "جيسين جان ۾ باقي دم رهندو." ●

# ● روحاني رهبر - سائين "ٻيوس"

١٩٢٥ جو سال هو. ڪنهن هنڌ مون وٽي ڳايو، سائين ٻيؤس جو سندر گيت:

"سڀ ڪن تنهنجي سارا - قدرت وارا"

قدرت سائينءَ جي جو سائين "ٻيوس" خود اچي اُتان لنگهيو. جڏهن راڳ پورو ڪيم تڏهن ويجهو اچي منهنجي مٿي تي هٿ رکي چيائين "ڪهڙو نه سندر تو ڳائين!" مون سائينءَ کي ڏنو ته گهٽائي پيرا هو پر هن سان ڳالهائڻ جي ڪڏهن به همت نه ساري هيم. هن جي ٻن اکرن منهنجي اندر ۾ لهر اُڀاري ڇڏي. پيار مان مونکي چيائين "ايشور جيڪا ذات ڏني تنهنجو اُپيوگ ڪرڻ گهرجي. سنو تو ڪرين جو گيت ڳائي پاڻ به آنند تو پائين ۽ ٻين کي به آنند تو ڏين. هاڻي مان توکان ڪم وٺڻ تو گهران. تون پريداس تولاڻيءَ جي جڳهه تي ايندو آهين نه؟ منهنجو گهر هن جي گهر جي ويجهو آهي. اڄ شام جو اچي سگهندين؟"

مان دل ۾ چوڻ لڳس "مان توهان کي سڃاڻان.

ماڻ توهان جا گيت پنهنجن ننڍڙن دوستن کي ڳائي ٻڌائيندو آهيان؟" پر همٿ نه ٿي جو چلي پوان. شام جو ماڻ سائينءَ وٽ ويس. هيڏو وڏو شاعر ۽ هيڏڙي ننڍڙي جڳها! پوءِ خبر پيم ته ڪوي ۽ ساهتيڪارن تي سرسوتي جي ڪرپا درشٽي ٿيندي آهي پر لڪشميءَ جي گهٽ. مونکي اندر وٺي هليو. پاڻ ڪارايائين، شربت پيئارايائين ۽ پوءِ چيائين "اهو ڪالهوڪو گيت ٻڌاءِ- سڀ ڪن لڳهنجي سارا هي قدرت وارا!" البت ڌڙڪ پر شرڌا سان مون اهو گيت ڳايو. راڳ پوري ٿيڻ ڪانپوءِ سائين بيؤس ڪو وقت چپ رهيو. آخر ڀنل آواز ۾ چيائين "پت پيءُ جو نالو روشن ڪندا آهن. اڄ کانپوءِ تون منهنجو آتمڪ پٽ آهين. مان اڳڪٿي ٿو ڪريان ته گونگي بيؤس جي زبان تون ٿيندين."

اُنهي ڀيرين گڏجاڻيءَ جڙيل رشتو ليستائين قائم رهيو جيستائين اسان سنڌ ڇڏي وڃون پر اڄ تائين نه وسريو. "چانڊڪا اميچوئر ڊرئميٽڪ سوسائٽي" جو روح روان هو. ڀيريون ڀيريون پارت موهٽيءَ مايا جو ڏنائين، تن ڏينهن ۾ ڇوڪرا ئي ڇوڪرين جو پارت ڪندا هئا. منهنجو ڀيريون پارت سائينءَ کي ڏاڍو پسند آيو. پاڻ مونسان محنت به محنت ڪئي هئائين مونکي شاباس ملي، سائينءَ کي مهت مليو. رنگ منچ تي منهنجو ڊيپ لٿو. سائينءَ چيو هو ته جنهنجو رنگ منچ تي ڊيپ

اٿو تنهنکي دنيا جي رنگ منجھ تي به پاڻ ۾ وشواس رهندو. برابر نعيڙي رنگ منجھ تي جيڪا سکيا ڏنائين سا تحقيق زندگيءَ جي رنگ منجھ تي ڪم آئي آهي.

سائينءَ بون سان وڏ ڪيا، مان وساري نٿو سگهان. جيڏري نه ساڻ ڏنائين پر دنيا مان الوداع ڪرڻ کانپوءِ به هن مونکي پٺي سنڀاليو آهي. ڏسڻ ۽ پلي نه اچي پر مان هر وقت محسوس ڪندو آهيان ته منهنجي مٿي تي هٿ رکي چوندو آهي: "ڏس مان پنهنجو انجام پاڙيان ٿو نه" ۽ ڏرم پتا وانگر پنهنجي ڏرم پٽر جي سدائين پٺ رکندو پيو اچي. اڄ بي ڏڏڪ هزارن ماڻهن جي اڳيان موقعي جي نزاڪت سمجهي، ڳائي ۽ ڳالهائي ٿو وڃان، تنهن لاءِ ڏنيواد منهنجي سائينءَ لهڻي. مان جڏهن به ڪنهن ميڙ يا اُتسؤ ۾ ويندو آهيان تڏهن سائينءَ کي ياد ڪندو آهيان ياد ڪريان ته دماغ به کلي، اُتساهه به اچي ۽ زبان به هلي. پروچن ۽ ڪيرتن پورو ڪريان ته ياد نه رهي ته مون ڇا چيو. سائينءَ جي آتما آئي، پنهنجو ڪارج ڪري ويئي، پر ڪيرتي منهنجي ٿي.

واعدو ڪڏهن ورتو هو مانس ۽ ڪهڙو؟ مونکي شعر چوڻ جو شوق هوندو هو. جذبات هئي پر ڪويتا جوڙڻ جي ڏات گهٽ هئي. تڪ بندي ڪري سائينءَ کي ڏيکاريندو هوس. سائين ڪڇي کي پڪو بڻائي گويا نئون شعر جوڙي ڏيندو هو. اهي شعر پڙهندو هوس ته

مشاعرن ۾ شاباس ملندي هئي. مثال طور مون لکيو:

”حسن پنهنجي تي اي دنيا ڪر نه تون ايڏو غرور
سونهن تنهنجي پرتوو منهنجي ضيا جو ٿــي ويو.“

سائين درست ڪري لکيو:

”بزم هستي پنهنجي آرايش تــي تون نازان نه ٿــي،
حسن تنهنجو عڪس خود منهنجي ضيا جو ٿي ويو.“

ڪيڏو نه فرق! مون لکيو:

”صبح جـــو سورج جڏهن اڀري چڙهيو آڪاش ۾
رنگ چمڪيدار هر گـــل جي قبا جـو ٿي ويـــو.“

سائين لکيو:

”ٿي عروس صبح جيئن مشرق جي پاسي جلوه گر،
سرخ سونو رنگ هر گـــل جي قبا جو ٿــي ويـو.“

وقت هلندو هليو. مان شاعرن جي شمار ۾ اچـــي ويس. هڪ دفعي سائينءَ کي چيم: ”لکو توهين ٿا، نالو اسان جو ٿو ٿئي، ايشور ڏئي حياتي توهان کي پر توهان کان جدا ٿــي وڃون ته اهڙي اصلاح اسان کـــي ڪير ڏيندو ۽ اسان جـــو شعر ڪيئن ڪنهن به بزم ۾ قبول پوندو؟“ پل چپ ٿي ويو. پوءِ پيار مان چيائين ”تون کو فڪر نه ڪر. هوندس نه هليو ايندين مـون وٽ، پر جي هليو ويس ته مان ايندس تـــو وٽ. بيوس پرن جو پکو آهي. سرير آهي ته ساٿ ڏيانءِ ٿو پر انجام آهي

۽ ڏيهي ڇڏڻ کان پوءِ به ٿوسان سمپرڪ رکندو ايندس. جڏهن به مونکي ياد ڪندين تڏهن مان تو وٽ ايندس. توکي لڪ وڃهڻ نه ڏيندس ته بيوس رام ڪان پري آهي."

ورهاڱو ٿيو، سائين ويو. پاڪستان ۾ پران ڇڏيائين. اسان کي هند ۾ هيڪلو ڇڏي پريتم پاڻ راهه عدم ڏانهن روانو ٿي ويو. وقت آيو جڏهن سائينءَ کي آزمائڻ جو اوسر بڻيو. مشاعرو هو، غزل ناهڻو هو. غزل ناهيان ته سهي پر سوچيم ته ڪڇي کي ڀڪو ڪير ڪندو، غلط کي درست ڪير ڪندو، اڻ پوري کي پورو ڪير ڪندو؟ اندر مان آواز آيو: "وشواس وارو ماڻهو ڪڏهن ڪين منجهي پوندو آهي. هلندو هل. پنهنجي اُستاد جي انجام ۾ اعتبار ڪون اٿيئي؟ سڏي ڏسيندس، ڏس ته سڻيئي ٿو نه!"

مون سائين بيوس جو شعر دهرايو:

"ڪيئن لڪان جاڻان رڳو، ڇا لڪان سل توون؟
پوري ڪندس بانسري ڦوڪيندي ڳل توون،
پند ڪرڻ مون کان پڇي، وات وڃي هل تون،
ٻاجهه پريا ٻل تون، بيوس ۾ ئي زور جو."

همت هليو، قلم ۾ جنبش آئي، اکرن جي اوٽ ٿي، خيالن ۾ ولولو آيو. الهام ايندو ويو، مان ڪاتب وانگر ويس لکندو. غزل ٺهي ويو. آسمان مان لهي ڌرتي

تي آيس. عجب ڪائڻ لڳس ته غزل ڪيئن نهي ويو!

”اڄ پلي پاڳ جا آثار ڏسڻ ۾ ٿا اچن،
جي ها دشمن سي ٿـــري يار ڏسڻ ۾ ٿا اچن!
حسن جو ناز چوان، عشق جي خوش فهمي چوان؟
مونکي انڪار ۾ اقـــرار ڏسڻ ۾ ٿـــا اچـــن!
پـــارسائيءَ جي جـي هـــام هڻن ٿـــا زاهد،
سچ پڇو مـونکي گنهگار ڏسڻ ۾ ٿا اچن.
جن ملايون تنهنجي اکڙين سان اکيون هڪ پيرو،
اهي پيتي بنا سرشار ڏسڻ ۾ ٿـــا اچن.
ٿا چون زر سان خوشي پئي ٿي خريدي سگهجي،
مونکي بيزار ڇو زردار ڏسڻ ۾ ٿا اچن؟
ساري دنيا کي اگر امن جو اونـــو آهي!
ڇو منجهيل صلح جا سردار ڏسڻ ۾ ٿـــا اچن؟
هيءَ ڪرامت آهي قسمت جي يا ڦل محنت جو؟
اڄ بيابان پـــي گلزار ڏسڻ ۾ ٿـا اچن!
ڦول چونڊڻ جـــي نه ڇڏ ”رام“ تمنا، توڙي،
عشق جا پيچرا پرخار ڏسڻ ۾ ٿا اچن.“

هـــي شعر ڪنهن جوڙيـــو؟ سائين ٻيوس! منهنجـــو سونهـون، منهنجو رهنما، منهنجو متر، منهنجو فيلسوُف. انگ انگ سهاءُ. ان ڪانپوءِ اللاجـــي ڪيترپون ڪويتائون جڙي وييون آهن. گيت، پڇن ۽ ڪافيون. هت منهنجو هلي، لکائي پـــاڻ؛ زبان منهنجي هلي، ڳالهائي پاڻ؛ لفظ مان ياد ڪريان پر ڳائي پاڻ.

اهڙي سائين جـي کهڙي ساراهه ڪريان؟ اهڙي گياني گرديو جا کهڙا گڻ ڳڻيان! لاڙڪاڻي ۾ ڊاڪٽر گوبندرام دادلاڻي جي اسپتال ۾ ويهـي سندس صلاح ۽ سهائتا وٺندو هـوس، هاڻي ڀـاڻ سوکيم روپ ڌاري منهنجي اندر جي اوطاق ۾ گهڙي ايندو آهـي ۽ مام ڏيئي منهنجو مان مٿي ڪري ويندو آهـي. شال هن جـي مهر منهنجي مٿان هردم رهندي ۽ زندگـيءَ ۾ منهنجي اڳوانـي ڪندو رهندو! شاهه سائين جـي لفظن ۾ چوان:

"ڪي ڏران ڪي ڏار مون، ڪي سڳهان ڪي سگهه
آڏو ڏيڄـــ ۾ لـــڏ، مـــڙن هيڪلي ولها"

جنهن مون لاءِ سڀ اولي سولي ڪري ڇڏي تنهن لاءِ ڪيئن نه چوان؟

"مشڪل ڪيو آسان، سامي ڀـوري سنگروءَ
ڀرچـي ڏنائين پريم سان، اليو آتـــم گيان،
رهيو نـــ رتـــيءَ جيترو، اندر ۾ ايمان،
سر ڏنو ڀڳوان، ڪيئيءَ ۽ ڪنچر ۾."

# ● پرسڌ گائڪ محمد رفيع

محمد رفيع راهه عدم ڏانهن روانو ٿيو. وارو وڃائي ويو. سنگيت جي شائقن کان نه قيام ڪين وسرندو. موسيقارن جو مور هو پر انسان به اعليٰ درجي جو هو. محبت جو مجسم، نمرتا ۽ نياز جي جيئري جاڳندي تصوير، سياڻ جو سباجهو، ڳالهائڻ جو مٺو، فهميدو ۽ سنجيدو. وڏي ڪيرتي ڪمائي ويو. ڪيترا فقط کيس راڳيندڙ ڪري سڃاڻندا هئا پر جن سان واجهي سمپرڪ ۾ آيو سي کيس ديوتا ۽ فرشتو ڪري مڃيندا هئا. ڪو سوالي هُن سخي سنگيتڪار جي در تان نراس ٿي نه موٽيو. سالن کان سڃاڻندو هو سانس پر واجهڙائي واجهڙائيءَ ۾ ٿي. فون تي سڏ ٿيو. مون چيو "هيلو" جواب آيو "رام صاحب مان رفيع آهيان." مون حيرانيءَ مان چيو رفيع صاحب نه هڪ ئي سڃاڻان." چيائين "خاڪسار آهيان، عرض آهي." مون سمجهيو ته ڪا چوکر يا چوڪريءَ لاءِ داخلا گهربي هونديس. مون چيو "حڪم ڪريو." چيائين ته. عرض آهي ته مان سندي

رڪارڊ ڀرڻ ٿو چاهيان، پر جيڪڏهن توهين مون کي ڊائريڪٽ ڪريو." مون چيو "مون ۾ ايڏي همت ڪٿي آهي. مان سر ڏيڻ لاءِ تيار آهيان." خوش خلقيءَ سان چيائين "توهين ڊائريڪٽ ڪرڻ قبوليو ته پاليڊار ڪمپنيءَ کي هائو ڪريان." ايڏو شان ٿيندو ڏسي هائو ڪيم. هر هر خيال ٿي آيو "رفيع جا راڳ مان ڊائريڪٽ ڪندس! واهه سائين تنهنجي قدرت!! وقت مقرر ڪري مان سندس مڪان تي ويس. مون سان گڏ منهنجا ٻه ساٿي ايسرداس ساڳرو ۽ ماستر ڪنيالال به هئا. ڇا ته مرحبا ڪيائين! مون چيو "پيارا، سنڌي ٻوليءَ ۾ راڳ ڀرائڻ جو شوق ڇو ٿيو اٿوَ؟" مشڪندي چيائين "آمريڪا ۾ ويس ته منهنجي پروگرام هلندي ڪنهن سنڌي راڳ جي فرمائش ڪئي. اُتي پڪو ارادو ڪيم ته هڪ راڳ نه پورو ايل-پي رڪارڊ وچي ڀريندس؛ ٻين ڀاشائن ۾ راڳ رڪارڊ ڪيا اٿم ته سنڌيءَ ۾ ڇو نه ڪريان. سنڌي ڪلام صوفين ۽ سنتن جو سنيهو ٿو پهچائي. مان اهو سنيهو سڄي ڀارت ۾ ڦهلائڻ جو شرف وٺڻ ٿو چاهيان!" مون چيو "اسانجي سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻاونجاهه اکر آهن ۽ ڪن اکرن جا اُچار توهان کي شايد ڏکيا لڳن." محڪم ارادي سان اُتر ڏنائين "سکي وٺندس. پر جي اُچار ۾ فرق پيو ته به ٻولي ته سنڌي هوندي نه! مَن منهنجو غلط اُچار ٻڌي سنڌي صحيح اُچار ۾ سمجهي ٻولي ڳالهائين. ٻڌان پيو ته سنڌين جا ٻار سنڌي ٻولي

جاڻن ٿي ڪونه. غير سنڌي سنڌيءَ ۾ ڳائي ته من انهن سنڌين تي اثر ٿئي جو ٻين ٻولين ۾ اهڙا آهن؟" منهنجي وات مان فقط هڪ لفظ نڪتو. "زنده باد!" ڪهڙي نه شوق سان ويهي راڳ سکيو! سر جو سائين لنڊن ۾ ليان تي ويندو هو. نيت انهن راڳن جو ايل-پي پرياڻين. راڳ. رڪارڊ ٿئي ۽ ڊنيواد مليس نه جهڪي، سر نوائي چوي "دادا جي دعا" سنڌي ايل-پي- پوري ڪرڻ لاءِ سنيريو ويٺو هو ڇا؟ اهائي اڃا رهيل هئس ته نه هن هزارين راڳ ڳايا هر ٻوليءَ ۾ ۽ حاصل ڪيو پاڻ لاءِ سنگت سمرات جو خطاب. ڏهن ٻارهن ڏينهن جي گڏجاڻيءَ ۾ هن جي مروت، شرافت ۽ شخصيت جي گهڻي ڄاڻ پيم. سوچي ۾ به نه ٿي سمجهيم ته هيءُ رڄ چڱو مڙس، نيڪ نمازي، هٿ جو چوٽ ۽ دل جو ڪليل سرسوليءَ جو اڀاسڪ ائين اچانڪ الوداع ڪري ويندو. ياد رهندي سندس شاندار شخصيت. سندس زندگيءَ جو هڪ واقعو هڪ آڪاٽيءَ جي صورت ۾ شايع ڪيو هئم. مختصر نموني اهو هتي دهرايان ٿو جنهن مان معلوم ٿيندو ته هن ڪيتري دل ۾ ڪيترو پيار هو، ڪيتري ديا هئي! آڪاٽي ٻڌڻ جهڙي آهي ۽ ان جي نصيحت هردي سان هنڊائڻ جهڙي.

"گوڙهن ۾ لڪنجي ڳانيڙ
منهنجو به خون آهي."

پنج ڇهه سال ٿيا ته ڪنهن دوست جي دعوت تي
هڪ راڳ جي رڪارڊنگ لاءِ هڪ اسٽوڊيو ۾ ويس.
راڳيندڙ هو محمد رفيع ۽ ڊائريڪٽر هو هڪ نامڪٺيو
ميوزڪ ڊائريڪٽر. ڊائريڪٽر موڊ ۾ ڪونه هو جو سازيندڙن
گهربل ساٿ ڪونه پئي ڏنو. راڳ ته رڪارڊ ڪرڻو ٿي
هو سو ڊائريڪٽر ور ور ڪري ريهرسل ڪئي ۽ نيٺ
فيصلو ڪيو ته ٽيڪ وٺجي. هر ڪا تياري ٿي ويئي.
رڪارڊنگ ۾ دير ڪانه هئي ته تڪڙو تڪڙو وائلن ماسٽر
جوزف اندر ڊوڙندو آيو. ڊائريڪٽر کي اهو خيال آيو ته
هي وائلن ماسٽر ائين ٿو سمجهي ڇا ته هن ڪان سواءِ
ڪم نه هلندو؟ هڏيءَ مان ۽ رڪائيءَ سان چيائين، "هن
وقت تنهنجي گهرج ڪانهي. موڊ وڃ گهر." جوزف
ڪجهه چوڻ چاهيو پر شوخيءَ مان ڊائريڪٽر چيو،
"منهنجي موڊ اڳ ئي خراب آهي، ڏڪو ڏيئي ڪيانءِ
تنهن ڪان پارٽ ٿي نڪري وڃ." جوزف لفظ به نه
ڪڇيو. مٿي کي هٿ ڏيئي بينچ تي ويهي رهيو.
مونکي ڊائريڪٽر جي روش نه وڻي، مان چپ رهيس. پر
رفيع صاحب تمام فضيلت سان چيو "ڊائريڪٽر صاحب،
توهين پارٽ کي ڇو ٿا تپايو؟ ڪم پلي نه ڏيوس پر اهڙي
جهوني ڪلاڪار کي بي عزتو نه ڪريو." ڊائريڪٽر پئي
ڪنهن جي دست اندازيءَ تي هيڪاري به ڪاوڙجي
وڃي ها پر هيءَ سنگيتڪار جهڙو اهڙو راڳيندڙ ته ڪين
هو سو پاڻ سنڀالي چيائين "پلي هي به ڪو نمونو آهي؟

وقت ڇهه ۽ آيو آهي انهن کان پوءِ! هي ته ٺيو چڱائيءَ
جو فائدو وٺڻ." رفيع شامل ٿيندي چيو "توهان کي
ڪاوڙ جو سبب آهي، پر جوزف جهڙو نيمي ماڻهو ڇو دير
سان آيو؟ ڪو ته سبب هوندو حضور! پر ڇڏيو انهيءَ
ڳالهه کي. توهان ٺيڪ ونو. "آخر ريهرسل جي آواز ٽي
هر ڪو پنهنجي ڪم کي لڳي ويو. سنگيتڪار جوزف
کي اُٿاري مائڪروفون روم ۾ وٺي ويو جتان ٿي ڪيس
راڳ ڳائڻو هو. مونکي اچڻ جو اشارو ڪيائين. مان وڃي
ساڻس مليس. افسوس واري آواز ۾ چيائين "جوزف تمام
جهونو ڪلاڪار آهي." مون چيو "گلشن صوفيءَ جي
ڏينهن کان سچا ٽانس پر مونکي حيراني آهي ته جوزف
دير سان ڇو آيو!" رفيع ميان پيار ڀري
آواز مان پڇيو "چاچا، ايڏي دير ڇو؟" بس دير هئي
پڇڻ جي. جوزف چلي پيو. زار زار روئڻ لڳو. جڏهن
سامت ۾ آيو تڏهن دير سان اچڻ جو سبب ٻڌايائين.

جوزف سٽوڊيو ۾ اچڻ لاءِ پوري پنجين بجي گهر
مان نڪتو. ڇهين کان اڳ پهچي ها. بس ۾ چڙهيو ٿي
ته پريان پٺ جو سڏ ٻڌائين. پٺس رڙ ڪري چيو "عينڪ
وساري ٿا وڃو." ڊوڙي جڏهن رستو ٽپي لتاڙيائين لڱن
موٽر سان ٽڪرجي پيو. ٻچي ويو پر ٻانهن جو هڏو ڀڄي
پيس. ويچارو جوزف مجبوُرن روڪجي پيو. پٺ کي
ڪٽائي اسپتال پهتو ته ڊاڪٽر ڪونه هو. ڊڪ ڊوڙ ايلاز
مٿئون ڪري هائوس سرجن کي هٿ ڪيائين ۽ پٺ

کـي جنرل وارڊ ۾ داخل ڪرايائين. ڊاڪٽر ٻانهن پلستر ۾ وجهي ٿنهن ڪان اڳ پٽ کي سائين جي حوالي ڪري سٽوڊيو ڏي نهن ڀڳو ته من ڏيڍ سؤ روپيه ملي پون ته خرچ پکي ۾ ڪم اچن. تڏو ساه ڀري جوزف چيو "غريب جو ڪوبه ڪونهي. مون کان ته منهنجي تقدير به ڦري ويئي آهي." رفيع چيو "چاچا تون ڪوبه اُلڪو نه ڪر منهنجي موٽر ٻاهر بيٺي آهي، تون اُن ۾ چڙهي پٽ ڏانهن وڃ. اجوڪو ڏينهن منهنجي ٻلي سمجهه."

ميوزڪ ڊائريڪٽر انـدر آيـو ۽ ذرا سهمـيـل آواز ۾ چيائين "جوزف نوٽيشن ٿيل اٿيئي نه! هلي ٽيڪ وجاءِ." رفيع چيو "جوزف کـي وچڙ ڏيـو، هنجي پٽ سان حادثو ٿيو آهي! غريبي ڪيس گهلي آئي آهي نه ته پٽ کـان وڌيڪ پئسو پيارو آهـي ڇـا؟ ميوزڪ ڊائريڪٽر پشيمانيءَ مـان چيو "مونکي ڏک آهـي." رفيع چيو "ٽيڪ ڪريو مان تيار آهيان." ميوزڪ ڊائريڪٽر ٻاهر ويو. رفيع ميان پروڊيوسر کـي انـدر گهرايو. پروڊيوسر عجب مان ڀر ترت پئسا ڪڍي هنکي ڏنا. جوزف جي هٿن ۾ نوٽن جي ٿيلهي ڏسي منهنجي اندر مان ٻجليءَ جي لهر لنگهي ويئي. ويچاري جوزف جو حال ڇا هو! ايترا پئسا، هڪ وقت، سندس هٿي ۾! جوزف ويو.

سڪه راڳ پـورو ٿيو. رفيع پڇيو "پروفيسر صاحب، گهر ڇڏيانئو؟" مـون چيو "ويٺهو آهيان پر هڪ نيڪ انسان سان به منت وڌيڪ گڏ هئڻ به خوشي آهي."

گاڏيءَ ۾ سنڌس پير ۾ وينس. گاڏي هلي. مون چيو ”شاباس اٿيئي جو هئن هزار ڪيڏي ڏنءَ!“ ڪروڙا پرئي آواز ۾ چيائين ”ڪلاڪ جي ڪمائي. مالڪ جـــي مهر آهي نہ تہ مان ڇا جي لائق آهيان؟ اهـي ڏينهن بہ ياد آهن تہ جڏهن ڀهريون راڳ ڪورس ۾ ڳايم تڏهن ڏهہ روپيا مليا هئا. ”ٻاٻوجيءَ جـــي امر ڪهاڻي“ ڳايم تہ مان ڇا ٿي ويس!“ اردوءَ ۾ شعر چيائين جو مان ور ور ڪري دهرائيندو آهيان.

جب نگاهہ خاص مجھ پر آپ ڪي هوجائيگي
زندگي ڪهني ڪي قابل زندگـــي هو جائيگي
ايڪ دن اَئسي ڀي حالت لازمـــي هو جائيگي
تم ميري هو جائوگـي دنيـــا ميري هو جائيگي

مون چيو ”دنيا ۾ ڪيترا ماڻهو آهن جي مٿي چڙهڻ کانپوءِ مٿو جاءِ رکي سگهن؟ ايڏي اداردلي ۽ سخاوت ڏسي مان توهان اڳيان سر ڌـــو نمايان.“ کلـــي چيائين ”شرمسار نہ ڪريو. ڏنائين مٿان مهنجي هٿان. هوُنئن بہ انسان ۾ ڪهڙي طاقت آهـــي ڏيڻ جـي؟ شاعر ڪين چيو آهي:

”ڪوئي اِنسان ڪسي اِنسان ڪو ڪيا ديتا هئہ
آدمي ايڪ بهانا هئہ خـــدا ديتا هئـــہ.“

مون چيو ”پر هو ڪرستان ۽ تون مسلمان.“ هن چيو ”هوُ بہ اِنسان، مـــان بہ اِنسان.“ عمر ڀر اهـــو واقعو نہ

وسرندو. انسانيت جو مظاهرو، همدرديءَ جو انوکو مثال. اها همدردي آهي جا منش کي پنهنجي پد جو اڏڪاري ٻڌائي ٿي. پر هن خود مطلب دنيا ۾ همدرديءَ جو ڳڻ کهڙو نه ناياب ٿي پيو آهي! سچا انسان اهي آهن جي ٻئي جي دک سک ۾ ساٿ ڏين ۽ سائين بيوس سان ڳائين:

”ڳوڙهن ۾ تنهنجي ڳانيڙ منهنجو خون آهي
سودائي سر ۾ تنهنجي منهنجو جنون آهي.“

گهڻا آهن جيڪي ائين چون؟ رفيع جهڙا دلبر ٿلي اهي ٻول ٻولن جي زندگيءَ ۾ انهن تي عمل ڪري ويا. رفيع جو پويون رڪارڊ مون وٽ آهي. جئڪيٽ تي لکيل آهي رفيع ڳائي سنڌي راڳ. جئڪيٽ تي هوءَ مان هڪ ٻئي جي سامهون ويٺا ورونهن ڪريون. سانڍي رکندس جئڪيٽ ۽ سانڍي رکندس سنڌيءَ ۾ رڪارڊ ”رفيع ڳائي سنڌي راڳ! ڳائيندڙ رفيع ۽ سر ڏيندڙ رام پنجواڻي.“ ●

# • بئريسٽر هوتچند آڏواڻي

هوُ حيدرآباد ۾ رهندو هو، مان ڪراچيءَ ۾. بئريسٽر هوتچند هاڪارو بئريسٽر هـــو. ٻيا ته گهڻائي پر سڀ سنڌورڪي ڪانئس صلاحون وٺندا هئا. ساراهه ٻڌي هئم پر ساڻس گڏيو ڪونه هوس. ورهاڱي ڪانپوءِ مرين ڊرائيو واريءَ جاءِ ۾ ساڻس ملڻ ٿيو. خيال هو ته ڊي-جي-سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۽ نئشنل ڪاليج حيدرآباد جا باني‌ڪار گڏجي سنڌين لاءِ هڪ ڪاليج ناهين. پرنسپال آڏواڻي ۽ مان، ديوان هوتچند آڏواڻــي ۽ پرنسپال ڪندناڻيءَ سان پهاسين. رت ڪاڻ ٻيٺي پر نتيجو اهـو نڪتو ته ٻه ڪاليج ٺهي ويا. هڪ باندرا ۾ نئشنل ڪاليج ۽ ٻيو چرچگيٽ جي اي- روڊ تــي جئه هند ڪاليج. پهرينءَ گڏجاڻيءَ ۾ مونکي انيوُ ٿيو ته ديوان فضيليت جو صاحب هو ۽ سندس خيال اوچا هئا، قابليت جي واڪاڻ ته اڳ ۾ ئي ٻڌي هئم. ان کان پوءِ سال ٻئجي ويـا ته ساڻس ملڻ ڪونه ٿيو.

هڪ دفعي مان ڪٿان لنگهيس ٿـــي ته پنيان سڏ ٿيو. نهاريان ته ديوان هوتچند بيٺو هو. پيار مان چيائين ”ڪيڏانهن پيو وڃين؟“ مون چيو ”ڪاليج ٿو وڃان.“

چيائين ”اڄ نہ ڪاليج ۾ ڇڏيـانءِ.“ موٽر ڪار ۾ وينس. ڳالھ ڇيڙيندي چيائين ”مونکي معلوم آهي تہ جڏھ هند ڪاليج جوڙڻ ۾ تو پرنسيپال آڏواڻيءَ جو ڪيترو ساٿ ڏنو سو هينئر جڏھن هوُ رٽائر ڪري ڪشمير جو وائيس چانسيلر ٿي ٿو وڃي تڏھن ضرور تون پرنسيپال ٿيندين.“ اچانڪ سوال ٻڌي مان منجهي پيس. پر پوءِ پاڻ سنڀالي چيم ”مئنيجنگ ڪاميٽيءَ کي اختيار آهي تہ پرنسيپال جـي جاءِ لاءِ جونئر سينئر جـو خيال نہ رکـي؛ اها سليڪٽيڊ پوسٽ ڪنهن کي بہ ڏئي. ٻـڌو اٿم تہ هنن اڳ ۾ ئي انهيءَ پد لاءِ پروفيسر ٽي- جي- خوبچندانيءَ کي نظر ۾ رکيو آهي.“ هن پڇيو ”پوءِ توکي ڏک ڪونہ ٿيندو؟“ مون چيو ”لکڻ منجهان لکن لهي ڪانہ لطيف چوي.“ هن چيو ”مون جڏهن اها ڳالھ ٻڌي تڏھن ويچار ڪيم تہ توسان ملان ۽ چـي اها ڳالھ سچي آهـي تہ توکي پنهنجي ڪاليجن مـان هڪ ڪاليج جـي پرنسيپالي آڇيان.“ منهنجي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. هن ڏٺو. هٿ کان جهلي پڇيائين ”ڳوڙها ڇو؟“ مون چيو ”شڪرگذاريءَ جا. توهان سان منهنجي ايڏي ويجهڙائي بہ ڪانهي تہ بہ توهان مون ۾ ايڏي دلچسپي پيا وٺو! ايڏيءَ اداردليءَ لاءِ آيار جا آنسوُ نـہ لڙي ايندا؟“ هن ملوڪ مرڪ چيو ”لائق آهين؛ لائق جو قدر ٿيڻ کپي. مـان توکي سياڻي تائين آرڊر ڏيـاري ٿـو موڪليان. وڃي ڪاليج جـي چارج وٺ.“

سچ پچ آرڊر آيـــو. گهڙي به نه سوچيم. رڃ مڙس جي آچ سويڪار ڪري جي سگهه پاڻ ۾ ساري نه سگهيس، چو ته ڄڻ هند ڪاليج جي سر سر ۾ منهنجو ساهه سمايل هو. ڪيڏي ڪشالي سان اهو ڪاليج ٺهيو هو جنهن ۾ مون پنا شڪتي پنهنجو يوگدان ڏنو هو.

مون "نه" ڪئي ۽ مونکي خبر نه رهي ته هيءُ دل کليو ديوان ڪنهن موقعي لاءِ ترسيو ويٺو هو. يونيورسٽيءَ کي سنڌيءَ لاءِ ريڊر مقرر ڪرڻو هو. هن دفعا انٽرويو ٿيو پر ڪوبه پروفيسر پسند نه پيو. وائيس چانسلر چيو "جيڪڏهن توهان فيصلي تي اچـــي ڪوبه قابل ماڻهو نه ٿا ڳولهي سگهو ته ڪٽي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي ڊپارٽمينٽ جاري ڪرائڻ جو خيال لاهي ڇڏيو." ورهه ونــي ديوان چيو "دک ماڻهو سڄهي ٿو جيڪڏهن ڪيس انهيءَ پد قبول ڪرڻ جلي ڪوٺ ڏيو." هـــن منهنجو نالو ورتو ۽ وڪيل ڪشنچند ناگراڻي تائيد ڪئي ته وائيس چانسيلر ٽوپي وٺي ٿيو ڏنو. ڪوٺ آئي، مـون قبول ڪئي. نه انهيءَ ڪري ته مونکي ڄڻ هند ڪاليج جي پروفيسري کان يونيورسٽيءَ ريڊر جـــو پد وڌيڪ پيارو هئو پر فقط انهيءَ ڪري جو اهو فيصلو ٿيو هو ته جيڪڏهن اها جاءِ مان نه پرهان ته جاءِ خال نه پرجي. حال معنيٰ به بيا سال ۽ پوءِ پاڻصيب! اڄين سنڌيس جـــي صدقي ڄڻ هند ڪاليج ڇڏي يونيورسٽيءَ ۾ وڃـــي هيڊ آف سنڌي ڊپارٽمينٽ ٿيس.

مونکي خواب خيال ۾ نہ هو پر ”ديوان هولچند جي
اٽل ارادي ۽ پيار ڪري مون پدوي پراپت ڪئي. ڇو؟
انٽرويوُ ۾ اديب، ايپاسي ۽ پروفيسر آيـــا هئا. اُنهن ڪي
ريٽي مونکي ڇو چوُنڊيو ويو؟ انهيءَ جـــو جواب ديوان
ڏنو تہ مان بس ٿي ويس. ”تون سنڌين جـي دلين جي
ڌڙڪن آهين. تنهنجو پورو قدر ڪونہ ٿيو آهي. هن مهل
تائين تون پاڻ چپ رهيو آهين. اسان جو ڌرم آهـي تہ
توڏانهن پنهنجو فرض پاليون. خبر اٿيئي تـہ ساوتري هر
هر اها ڳالهہ ورجائيندي هئي. هوءَ هاڻي خوش آهي تہ
ماٽ واري جو مان ٿيو آهي.“ مـــون دل پرپل دل سان
چيو ”آئينده مان توهان کي دادا ڪوٺيان تہ ڪو اعتراض
آهي؟“ ياڪر پائي چيائين ”تنهنجو دادا تہ آهيان ئي نہ!؟
ڪي چوندا آهن، ڪي ڪري ڏيکاريندا آهـن. هن
سڄڻ جو من ۽ مک گـڏ ڪم ڪندا آهن. يوُنيورسٽيءَ
جو بہ مدو پورو ٿيو. سياڻو آهي، قابل آهي، دور انديش
آهي پر مين ميک مان نہ ڄاڻي. جڏهن خبر پيس تـــہ
يوُنيورسٽيءَ مان فارغ ٿيو آهيان تڏهن فون ڪيائين. پيار
مان پڇيائين ”رٽائر ڪرڻ کان پوءِ ڪهڙو خيال اٿيئي؟“
مون چيو ”دادا، ٦٥ سال پورا ڪيا اٿم، نيت تہ رٽائر
ڪبو.“ يڪدم چيائين ”تو جهڙن ماڻهن کي رٽائر ڪرڻ
جو ڪوبہ حق ڪونهي. توکي اڃا ڪم ڪرڻو آهـــي.
سياڻي مان وڃان ٿو لنڊن شام جو مهيم مان لنگهندس.
تون گهر ۾ هوندين؟ مـان توسان گڏجندو ويندس.“ مقرر

وقت تي آيو. هٿ ۾ لفافو ڏنائين. مون کولڻ چاهيو پر هن روڪي چيو ”مان مٿ ۾ وڃان تو، پوءِ پڙهج.“ ويو. خط پڙهيم. چٺي نه هئي پر نسوارت پيار جو اظهار هو. مان حيران ٿي ويس. آچ هئي! جسٽس ايچ-ڪي چيٽناڻي جي نالي ۾ هڪ چيئر ٻرپا ڪيل هئي. جسٽس ايچ-ڪي- چيٽناڻي چيئر فار ڪلچرل انڪائونيٽر ۽ ڊرئميٽڪس، ڪي-سي- گروپ آف ڪاليجز. انهي پگهار يا آنر ريم تي جنهن تي مون يونيورسٽي پوسٽ تان رٽائر ڪيو هو. لنڊن مان واپس اچي ليسين مون چٺي پاڻ وٽ رکي ڇڏي. آنرري پوسٽ لاءِ اجورو ڇا جو؟ مان دادا لاءِ ڏسي ويٺس. آيو. پيار پري دب ڪڍي چيائين ”سنڌي جاتي عزت گهڻ آهي ڇا؟ تون هيڏن اُلسوُن ۾ تو شريڪ ٿين، توکي خرچ ڪرڻو نه پوندو هوندو ڇا؟ جيڪي ملندءِ سو ٽئڪسي فيئر ڪري سمجهه.“ مان ڪجهه چوان تنهن کان اڳ ۾ چيائين ”مان ڪجهه به نه ٻڌندس. توکي منهنجو چيو مڃڻو پوندو.“ مڃيم، پر پوءِ پگهار وٺڻ بند ڪيم. آنرري پروفيسر مقرر ڪيو ويو هوس. اڃان به آنرري پروفيسر آهيان ۽ اهو منهنجو شان آهي.

رٽائر ڪرڻ کان پوءِ ٻي به هڪ ڳالهه ٿي جنهن سچ پچ منهنجي دل کي خوشي ڏني. دادا هوتچند جي مرضيءَ سان مونکي ڪي-سي-ڪاليج ۽ جئه هند ڪاليج جي مئنيجنگ بورڊ تي ميمبر ٺاهيو ويو. اڄ به

مان بنهي ڪاليجن جي بورڊ جي ميمبر آهيان ۽ جڏهن به دادا مون کي انهن ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو ڏسندو آهي تڏهن اڪثر چوندو آهي ”هاڻي مان خوش آهيان.“

جنم ڏينهن جي، پرسڪار ملي يا اُپاڌي ته پهرين دادا جون دعائون پهچن. پاڻ کي پارت پُوشڻ جي آڇ ٿيس ته ڪونه قبوُليائين، مونکي ملي ته هر سنمان ۾ شريڪ ٿي خوشي ظاهر ڪيائين. هڪ دفعي مون پڇيو ”دادا توهان جي پيار جي موت ڪهڙيءَ طرح ڏيان؟“ ته چيائين ”جڏهن به آنسؤ ۾ مان شريڪ ٿيان، تون ليکڪ سان گڏ هڪ گيت ضرور ڳائيندو ڪر. تنهنجي راڳ ۾ روح آهي.“ سندس آگيا اکين تي.

ڪيترا دفعا اڪيلو هوندو آهيان ته پاڻ کان پڇندو آهيان ته هيءَ منهنجي لياقت آهي يا حق آهي؟ آواز ايندو آهي ”سدوري ساعت ۾ هڪ سچڻ سان سچا ٽپ، هڪ دل ڪلهي دلبر جي وشال درشٽي، هڪ سياڻي صوفيءَ ۽ هڪ گرهک گيانيءَ سان گڏجاڻي.“ ●

# • قربدار ڪوڏڻ

سڃاڻپ سؤن هزارن سان هجي، پر دوستي ٿورن سان ٿيندي آهي. دوست هڪڙا ناني، ٻيا زباني ۽ ٽيان جاني. ناني ڪاڏي ٻيٽي جا يار. ڪوٽ ڏي ڪوٽ وٽ. ڪاڻ ۽ ڪارڻ. اٿيئي ته عزت به اٿيئي، پر جي اڻهوند آئي ته محبت ماڻي. سچي سان سنگت ڪير رکي؟ ٻراٻر ٻاڻ ۾ پريت هئي پر اها ميز جي محبت هئي جي ڪرم هيٺ ٿي پيو آهين، تقدير ڦري ويئي اٿيئي ته رضا تي راضي ٿي پنهنجي راهه پڪڙ. ٻئي جي ميزباني ۾ جو فائدو ڪيترو وقت وٺندين؟ زباني يار ها ها ڪري هلندي موڙ نه پري. دلاسا ئي دلاسا. سر لڳي پر وقت پئي وار تان به آسرو نه پلي. انجام گهڻا ڪري، پر انجام جو انجام عبث. اهڙي انسان جي انجام تي اعتبار ڪهڙو؟ اقرار پڻ، انڪار پڻ، آسان پڻ دشوار پڻ. جاني آهي دل گهريو دوست جو سوارٿ کان پري آهي. هردم مدد لاءِ تيار آهي. هن جي وچن ۽ ڪرم ۾ فرق ڪونه ٿئي. منهن مان جيڪي ٻولي، سو سورهن آنا سچ.

دک سک ۾ ڀائيوار. وار جي وٽي به ڪانه. پاڪي پيڙا ڏيڻ ۾ پنهنجي پياري جي پرگهور لهي. اهڙو دوست ايشور ئي آهي پر هن زماني ۾ اهڙا به ڪي پيارا پيا آهن جن دئاران پرميشور پنهنجو پاڻ پڌرو ڪندو آهي. اهڙا انسان فرشتن کان به بهتر آهن. منش ۾ ديوتا ۾ پيد هي آهي ته سچي منش بڻجڻ لاءِ ديوتائن کي محنت وڏيڪ ڪرڻي پوندي آهي.

هڪ اهڙو ديوتا سروپ انسان مون ڏٺو. سچو، سپٽيو، سمجهو، سياڻو، سشيل ۽ سدورو. هن سنسار ۾ آيو ئي هو، هو ڪرم ڪمائڻ ۽ نيمهن نڀائڻ. دنيا سان پورو ۽ سائينءَ سان به سرخرو. ورلو واپاري هو، دام ۾ توڙي نام ۾! ڪمايائين، وڃايائين ۽ وري ڪمايائين پر واهگروءَ مان وشواس ڪين وڃايائين. دياوان ڏٺوان هو. مايا جو اُپيوگ پورو پورو ڪيائين. وِرثت پائي نه وڃي سڪارٿا لک به پلي لٿجن پر ورتيءَ کان پورو نه نورتيءَ سان به نهال.

مانجهند جي سنڌورڪي ڪٽنب جو نؤنهال هو. ننڍي هوندي هليو ويو پنهنجي وڏاري ڀيءُ بائي بصرمل سان ولائت. پڙهيو به وڃي جپان ۾ اڃان پوريءَ عمر کي رسيو ئي ڪين هو ته آباڻيءَ ڪرت ۾ لڳي ويو. ڌهين، اورچ پر سچو بي. نارائڻداس جو نالو ولايت وڃي ويو. ڪپڙي جي ڪميشن مان ڪيچ تي ويا

پاڻ گهڻو ڪونہ پڙهيو پر وديا ڦهلائڻ لاءِ هن جو روح وريو. نينگرين جي وديا ۾ چاهہ وڌيس. سوچيائين تہ جيسين مائر پڙهيل نہ هونديون تيسين ٻچن ۾ سنا سنسڪار نہ ايندا. مانجهندن ۾ اڇي ڇوڪرين جو اسڪول برپا ڪيائين ۽ اسڪولي تعليم سان گڏ اخلاقي علم تي زور ڏنائين.

هڪ ساليانی اُسؤ تي مونکي ڪوٺ ڏنائين. مان ويس. پهريںءَ ملاقات ۾ موهي ڇڏيائين. ڇا سندس سڪ، ڇا فلڪ، ڇا اُدار چتائي ۽ ڇا اِنتظام جو انگ! سڀ تي ڇانيو پيو هو. ولايت جي زندگيءَ جو پورو پاسو پڪڙيو هئائين. جپان جي ماڻهن جي اورچائي ۽ خود قرباني مشهور آهي. حب الوطنيءَ جو سبق سکي آيو هو. مسافري پوري ڪري وأڪيشن وٺي ملڪ موٽيو هو تہ قومي هلچل جو اعلان ٿيو. ديش ڀڳتيءَ جو جذبو اُڀري اٿيو. ذنذي ڌاڙيءَ، واپار ۽ ڪمائيءَ جو ويچار ڇڏي ڪاهي پيو آزاديءَ جي ڪدن ۾. يڌ ماني تي تہ هليو ويو وري ولايت. وديا جو ڪاريہ جاري رهيو. پئسي جي ڪمي ڪانہ هئي ڪم ڪندڙ سچا ملي ويس.

مون سان سنگت ٿيس، سا دن بہ دن وڌندي رهي. مونکي اوير ٽوڙي اولهہ جا سفر هن ڪرايا. پيار برابر

مون سان هوس پر اهي سفر مونکي سنڌيت جي سڪ سبب ڪرايائين. ڇي "هل هلي دور ديش ۾ سنڌيت جو سنيهو پهچاءِ ۽ لال اُڏيري جــو نعرو لڳاءِ." جتي جتي ماڻهو مان ۽ تال تال ۾ سر سر سان ملائين، اُتـــي هيءُ يار پيو هسي ۽ ٺري. مهنا مهنا گڏهجون پر مونکي پاڻ کان دم ڌار نه ڪري. مان چوان "ڪوڙڻ ڪيڏا ٿو سفر ڪرائين ۽ ڪيڏي ٿو خاطري لهين!" نه هي پيار و چوي "پلا ڪنهن ڪنهن لي ٿورو ڪيو آهـــي؟ توکي آندو اٿم نه پاڻ به نه انوکو آنند پاتو اٿم! مان نه چاهيان نه تون ڪارڪ ڪندو رهين ۽ مان تنهنجي شيوا ڪري پاڻکي ڪرتارٿ ڪريان. پنڊت دولترام کي به انهيءَ ويچار سان ڪيترا دفعا ولايت وٺي آيو آهيان. مان هيءُ به نه ڪريـــان نه پٽسو کهڙي ڪم جو؟" ڪيڏي نه اُداردلي ۽ ڪيڏو نه نسوارٿ پيار! پيار جو پنڊار هو. پيار مانڙ جاتيءَ لاءِ، پيار پنهنجي وطن لاءِ.

سڀاش چندر بوس جڏهن وڃي جپان ۾ رسيو تڏهن سندس هلايل هلچل جو ڪيڏو نه آدر ڪيائين؟ نه فقط پاڻ پئسي جي مدد ڪيائين پر ٻين سنڌين کان به مدد وٺي ڏنائين. جپان جڏهن جنگ ۾ هارايو ۽ هيءُ هند ۾ موٽي آيو نه اڳين رڪارڊ ڪري ڪيس نظر بند ڪيو ويو. جپان ۾ ڏنڊ و بند ۽ هـــيءُ پـــاڻ هتي نظر بند. دل نه لاٿائين. ڏکيا ڏينهن گذري ويا. سنڌ ۾ جننگ فئڪٽري

وڏائين ۽ ڪراچيءَ ۾ پهچي. ٺڪر ڪنهن ڳالهه جو ڪونه.
نشچو هوس ته ڏئي به هڻ، وٺي به هڻ. پرالبد پرماتما
ڏاهيون اسانجو ڪم پرسارٿ ڪرڻ. ڪوڏڻ ۾ ايشور
وشواس سان گڏ آتم وشواس ڪوٽان ڪوٽ پريل هو.
سنڌ ۾ پاڳ پرايس پر منجهس ايمان جو اٺو به
نظر نه آيو.

اچي ويو ورهاڱو، لڏي آيو بمبئيءَ ۾. جي لهڻندا
هئس تن پنهنجا پئسا ورتا، جن کي لهڻندو هو سي
ڏيڻ کان نابري واري ويٺا. پاڻ گهٽ ئي پريت جو پڪو
پر ڏکئي وقت دوست به ڪنارو ڪري ويا. سک جا
ساٿي سوين دک ۾ پنهنجا به پراوا. جنهن راڄائن وانگر
گذاريو سو رنڪ ٿي پيو. جڏهن ڏٺائين ته هند ۾ حال ڪونهي
تڏهن نصيب آزمائڻ لاءِ نڪري پيو پرديس ۾. ٽنگاڪا پراچي
پهتو. ڪيئن آئي پهتو سا خبر خاوند کي! هڪ سڄڻ شري
شيوڪرام مهتاڻي هن جي آجيان ڪئي ۽ ڪيس اتان
جي رهندڙ واپارين سان ڏيٺ ويٺ ڪرائي. مهتاڻي
جي سفارش سڦل ثابت ٿي. ڪوڏڻ جي محبت ۽
محنت معجزو ڏيکاريو. ڪين مان سيڪي ٿي پيو. جو ڪالهه
هيٺ هو سو وري سيٺ ٿيو. راماڻي پردرس جو بول بالا
ٿي ويو ۽ جهان ۾ بي. نارائڻداس وري به گڏپ ۾ اچي
ويو قدرت وري کهڙي جو دادا شيوڪرام مهتاڻيءَ جو
اڳيون اوج انهيءَ اوچائيءَ تي نه رهيو معدلي هن راجا

جو اُهو ساڳيو رڪيو نه رهيو جيتوڻيڪ هوُ گهرج کان گهڻو مٿي رهيو. ڪوڏڻ جي نظرن ۾ ڦيرو نه آيو ۽ سندس دوستي اڳي کان به اڳري رهي. هڪ ٻئي لاءِ دوستي ۽ عزت! پر ڪوڏڻ لاءِ شيوڪرام سدائين مهل جو يار، سنگت جـو سينگار، رهنما ۽ سچو سردار رهيو. ڏنهه اهڙي دوستي. ڪوڏڻ هاڻي ڪونهي پر هنن ٻـن يارن جي اڳيان سڪ ۽ شرڌا سان ڪنڌ نمايان ٿـو ۽ دادا شيوڪرام لاءِ سائينءَ جي در التجا ڪريان ٿـو ته جيئن زندگي عزت ۽ آبـروءَ سان گـذري اٿس تئن آقبت به سٺي ٿئيس!

ڪوڏڻ خوُب ڪمايو پر ڪنهن گهرجائو جـي مدد ڪرڻ کان ڪڏهن به ڪين ڪيٻايو. سماج شيوا لاءِ هن پاڻ ارپي ڇڏيو. جـن مترن قومي هلچل ۾ سٺو هو تن کي ڳجهي ڳجهي مدد ڪيائين. مونکي ذاتي خبر آهي ته ڪيترن ڪم ڪندڙن جا ماهيانا مقرر ڪري ڇڏيا ئين، ڪيترن وڌوائن جي واهر ڪيائين، ڪيترين نياڻين جو ڌرم پتا ٿي ڪنيادان ڪيائين. ويچار آيس ته ولايت جي واپار سان گـڏ ڀارت ۾ هڪ اديوگ شروع ڪجي. پوني ۾ پوام نالي سان پيرت جو هڪ ڪارخانو کوليائين. ولائت مان ٽئسا گهرائي، ٻين ولايت ۾ رهندڙن اڪثمي پٽرن کي ڊائريڪٽر ڪري ڪم چالو ڪيائين. ڪوڏڻ جنهن ڪم ۾ هٿ وجهي تنهن ۾ ڪامياب! ڀلا جو ڪين؟

جو مزدورن کي مالڪ جو حق ڏئي، جو ڪم ڪندڙن کي ڪمائيءَ ۾ حصيداري جو حصو ڏئي، ٨ سيڪڙو بدران ٻاويهه سيڪڙو بونس ڏئي تنهن کي ڪم ڪندڙ ڪيئن نه پائو سمجهندا؟ انهيءَ ڪارخاني جي ڪري گهڻو وقت بمبئيءَ ۾ رهڻ جو فيصلو ڪيائين. ويڙا قائم رکڻ لاءِ اُتي به ويندو هو ۽ اچي هتي به رهندو هو. آرتوار هميشه مون سان ۽ ٻيا ڏينهن پنهنجي پياري متر ريواچند لکياڻي ۽ ٻين سان. نت نيم سان مندرن مان ٿي منهنجي متر جي مندر ۾ ايندو هو. وقت الاجي ڪيئن گذري ويندو هو! راڳ جو شوقين، چوڻڪين ۾ ايندو هو ۽ سيتا پڻ کي سنسڪرتيءَ جو مرڪز ڪري سمجهندو هو، جتي اسانجا ڪلاڪار هن کي ڪلام ٻڌائي اُتساهه ۾ آڻي ڇڏيندا هئا. سيوا لاءِ هردم تيار. گهر جيڪي گهرڻو هجيئي! آزمائڻ جي ضرورت ڪانه پيئي. اڄ به لائوڊ اسپيڪر ۽ ڪرسيون سندس سمرتيون، سندس نشانيون آهن.

ڪورٽ کي قاعدي موجب ڪجهه ولائت وڃڻو پيو. جتان ۾ بيمار ٿي پيو. پٽ ۽ ننهن پوري وقت تي پهچي ويا. پيئو پائيوار هڪيو حاضر هو. دوا درمل ٿيو. هن کي هنگڪاڪ ۾ آندو ويو. اُتي وري بيمار ٿيو. ڊاڪٽرن سنڀال ڪئي ۽ اسپتال ڇڏڻ جي موڪل ڏني پر اجل جا اڳ رٿ رٿي هئي تنهکي ڪير روڪي سگهي؟ پنهنجي پٽ تيرٿ ۽ سرتا جي حاضريءَ ۾

هيءُ حاڪم راهه رباني وٺي رمندو رهيو. خدمت خوب ڪيائون پر ڪپڙيءَ ۾ ڪٽا وجهي نه سگهيا. پٽ رنو، ننهن رنو، استريءَ رنو، ٻارن رنو، يارن دوستن هنجون هاريون پر وڃڻ واري ٻرينءَ ورڻ جـــي وائي نه واري. ڪوڙڻ انجام جو پڪو هو. انجام ڪري ويو ته ڏيساورن تان ٿن مهنن اندر واپس ورندس پر هـو اُنهيءَ ڏيساور لي وڃي نڪتو جتان ويل ڪين ورندو آهي.

ڪوڙڻ مون سان پرن نه پاڙيو. پر مـــان ڏوراپو نٿو ڏيانس. يار جي ياد سدائين دل ۾ رهندي. سيتا پوُن ۾ چوِنڪيءَ لي جتي ٿيرت، ٿيرت جي پنني سريتا، ماتا ۽ پيا عزيز مت مائٽ حاضر هئا. مون شرڌانجلي پيش ڪئـــي ۽ ڪلاڪارن ڪوڙڻ جـــا پيارا گيت ڳايا. ١۴ مارچ ١٩٨١ بئنگڪاڪ ۾ هن جي پهرين ورسي ٿي. مان حاضر نه هيس پر منهنجي هيءَ ننڍڙي سڪ پري شرڌانجلي سيني تائين پهتي. منهنجي اکين ۾ شرڌا جا آنسوُ آهن، اُهي ٿو ارپيان پنهنجي پياري پريتم قربدار ڪوڙڻ کي. ٻيو پلا مون وٽ آهي به ڇا؟

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ ڪي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)